# المحرمات استهان بها الناس

## يجب الحذر منها


محمد صالح المنجد حفظه الله تعالي

تعليق والمراجعة

العلامة الشيخ عبد العزيز بن عبد الله ابن باز-رحمه الله تعالي-

ترجمه الي اللغة السندية

الشيخ بشير احمد السندي حفظه الله تعالي



تمت المراجعة تحت اشراف

المركز الاسلامي للبحوث العلمية

كراتشي باكستان

١٤٢٩

# فهرست

# مقدمو

إن الحمد لله تعالى نحمده ، ونستعينه ونستغفره ، ونعوذ بالله تعالى من شـــرور أنفســـنا وسيئات أعمالنا ، من يهد الله تعالى فلا مضل له ومن يضلل فلا هادي له ، وأشهد أن لا إله إلا الله وحده لا شريك له ، وأشهد أن محمدا عبده ورسوله. أما بعد

« ما أحل الله في كتابه فهو حلال ، وما حرم فهو حرام ، وما سكت عنه فهو عافيـــة ، فاقبلوا من الله العافية ، فإن الله لم يكن نسيا » ثم تلا هذه الآية ( وما كان ربك نسيا ([1])

**الله تعالىٰ جنهن شيءِ کي پنهنجي ڪتاب ۾ حلال قرار ڏنو آهي اها شيءِ حلال آهي ۽ جنهن شيءِ کي پنهنجي ڪتاب ۾ حرام قرار ڏنو آهي اها شيءِ اها حرام آهي ۽ جنهن شيءِ بابت خاموشي فرمائي اها الله تعالىٰ طرفان عافيت (آزادي ) آهي بي شڪ الله تعالىٰ پنهنجي يلنجندڙ نہ آهي پوءِ پاڻ ﷺ جن هي ء آيت تلاوت ڪئي**

﴿وَمَا كَانَ رَبُّكَ نَسِيًّا ..........﴾

**تنهنجورب يلنجدڙ نہ آهي .......)**

**حرام ڪيل شيون الله تعالىٰ جون حدون آهن جيئن ارشاد آهي**

﴿تِلْكَ حُدُودُ اللَّهِ فَلَا تَقْرَبُوهَا﴾ البقره :١٨٧

**اهي الله جون حدون آهن انهن کي قريب بہ نہ وڃو**

**جيڪو بہ شخص الله جي حدن جي پامالي ڪندو يا اورانگهيندو تہ الله تعالىٰ ان کي دمڪي ڏيندي فرمايو**

﴿وَمَنْ يَعْصِ اللَّهَ وَرَسُولَهُ وَيَتَعَدَّ حُدُودَهُ يُدْخِلْهُ نَارًا خَالِدًا فِيهَا وَلَهُ عَذَابٌ مُهِينٌ ﴾

النساء(١٤)

---

[1] « هذا حديث صحيح الإسناد ولم يخرجاه » (١) سورة : مريم آية رقم : ٦٤ المستدرك على الصحيحين للحا كم

” جيڪو الله ۽ ان جي رسول جي نافرماني ڪندو۽ سندس حدن کي اورانگهيندو تہ الله ان کي باھ ۾ داخل ڪندو جنهن ۾ هو هميشہ رهندو ۽ ان لاءِ خوار ڪندڙ عذاب آهي.“
حرام شين کان بچڻ واجب ۽ لازمي آهي رسول الله ﷺ جن فرمايو
مَا نَهَيْتُكُمْ عَنْهُ فَاجْتَنِبُوهُ وَمَا أَمَرْتُكُمْ بِهِ فَافْعَلُوا مِنْهُ مَا اسْتَطَعْتُمْ
جنهن شيءِ کان اوهان کي روڪيوآهي ان کان بچو ۽ جنهن جواوهان کي حڪم ڏنو آهي انهيءَ تي پنهنجي وس آهر عمل ڪريو. (٢)
اها ڳالھ مشاهدي ۾ آيل آهي تہ ڪمزور ۽ گهٽ علم وارا ، خواهشن جا غلام،ڪمزور دل جڏهن انهن حرام شين جي باري ۾ مسلسل ٻڌنڌا آهن تہ هڪدم پريشان ۽ بي قرار ٿي ۽ افسوس ڪندي چوندا آهن تہ هر شيءِ کي حرام آهي اوهين هر شيءِ حرام قرار ڏيئي ڇڏيندا توهان اسان جي زندگي کي بوريت وارو بنائي ڇڏيو آهي اسان جي لائف اسٽائل (Life style) کي تنگ ڪري ڇڏيو آهي ۽اسان جي سينن کي تنگ ڪري ڇڏيو آهي اوهان وٽ حرام۽ حرام جي فتوائن کان سواءِ ڪجھ بہ نہ آهي دين تہ تمام آسان اسلام ۾ تہ ڪشادگي آهي ۽ الله بخشيندڙ ۽ معاف ڪندڙ آهي
انهن ماڻهن جي اعتراض جي جواب ۾ اسين اهو ئي چونداسين تہ الله تعالیٰ بلند آهي جنهن شيءِ جو چاهي حڪم ڪري ،ڪوبہ ان جي فيصلي تي اعتراض نٿو ڪري سگهي هوۂ حڪمت جو ڏٺي ۽ هر شيءِ جي خبر رکندڙ آهي انکري اسان جي بندگي جو هي اصول هجڻ گهرجي تہ اسين ان جي هر فيصلي تي راضي رهون ان جي پيروي ڪيون .
الله تعالیٰ جا سمورا حڪم حڪمت پريا ، علم ۽ انصاف واراآهن انهن مان ڪوبہ حڪم فضول ۽ بي جا نہ آهي
الله تعالیٰ جو ارشاد آهي

---

٢- مسلم ڪتاب الفضائل حديث نمبر( ١٣٠ ) طبع عبد الباقي

﴿وَتَمَّتْ كَلِمَةُ رَبِّكَ صِدْقًا وَعَدْلًا لَا مُبَدِّلَ لِكَلِمَاتِهِ وَهُوَ السَّمِيعُ الْعَلِيمُ ﴾الانعام(١١٥)

” تنهنجي پالڻهار جو قول سچائي ۽ انصاف ۾پورو آهي ان جي ڳالهه کي ڪوبہ تبديل ڪندڙ نہ آهي “
الله تعالیٰ ان اصول کي واضح فرمايو جنهن تي حلال۽ حرام جو بنياد آهي .فرمايائين :

﴿وَيُحِلُّ لَهُمُ الطَّيِّبَاتِ وَيُحَرِّمُ عَلَيْهِمُ الْخَبَائِثَ﴾الاعراف: ١٥٧

پاڪ شيون انهن لاءِ حلال ڪري ٿو۽ پليت شيون انهن لاءِ حرام قرار ڏي ٿو
پاڪ شيون حلال آهن ۽ پليت شيون حرام آهن ڪنهن شيءِ کي حرام يا حلال قرار ڏيڻ فقط الله جو حق آهي انڪري جنهن بہ ان حق جي پاڻ جي لاءِ يا ڪنهن ٻي لاءِ انهي حق جي دعویٰ ڪري ٿو تہ اهو اهڙو ڪافر آهي اهڙو ڪفر جو حامل آهي جنهن ڪفر جي ڪري انسان دين مان نڪري ويندو آهي ارشاد باري تعالیٰ آهي :

﴿أَمْ لَهُمْ شُرَكَاءُ شَرَعُوا لَهُمْ مِنَ الدِّينِ مَا لَمْ يَأْذَنْ بِهِ اللَّهُ﴾ الشورى (٢١)

اهڙي طرح قرآن ۽ سنت جي عالمن ڪان سواءِ ڪنهن جي لاءِ بہ جائز آهي تہ حلال ۽ حرام جي باري ۾ بحث ڪري جيڪي ماٿهو علم ڪان سواءِ ڪنهن شيءِ کي حرام يا حلال چون ٿا انهن کي سخت ڌمڪي ڏني وئي آهي . الله تعالیٰ جو فرمان آهي :

﴿وَلَا تَقُولُوا لِمَا تَصِفُ أَلْسِنَتُكُمُ الْكَذِبَ هَذَا حَلَالٌ وَهَذَا حَرَامٌ لِتَفْتَرُوا عَلَى اللَّهِ الْكَـــذِبَ

إِنَّ الَّذِينَ يَفْتَرُونَ عَلَى اللَّهِ الْكَذِبَ لَا يُفْلِحُونَ ﴾ النحل (١١٦)

جن شين کي پنهجي زبان ڪوڙو چئو تہ هي شيءِ حلال ۽ هي حرام آهي تہ جيئن الله تي ڪوڙوناهہ ناهيو بيشڪ جيڪي الله تي ناهہ ناهيندا آهن اهي ڪامياب نہ ٿيندا

قطعي حرام شين جو بيان قرآن ۽ حديث ۾ موجود آهي
جيئن الله تعالىٰ جو فرمان آهي تہ :

﴿قُلْ تَعَالَوْا أَتْلُ مَا حَرَّمَ رَبُّكُمْ عَلَيْكُمْ أَلَّا تُشْرِكُوا بِهِ شَيْئًا وَبِالْوَالِدَيْنِ إِحْسَانًا وَلَا تَقْتُلُوا أَوْلَادَكُمْ مِنْ إِمْلَاقٍ ﴾ الانعام(١٥١)

”اي نبي ڪين فرماءِ !اچو تہ آئون اوهان کي پڙهي ٻڌايان جيڪي شيون اوهان جي پالڻهار حرام ڪيون آهن(انهن مان هڪ هيءَ آهي تہ ) توهان الله سان ڪنهن کي بہ شريڪ نہ ڪريو ۽ پنهنجي اولاد کي سڃائيءَ جي ڊپ کان قتل نہ ڪريو .“

سنت ۾ ڪيترين ئي حرام شين جو بيان موجود آهي
إِنَّ اللَّهَ حَرَّمَ بَيْعَ الْخَمْرِ وَالْمَيْتَةَ وَالْخِنْزِيرَ وَالْأَصْنَامَ

”الله تعالىٰ شراب ،مردار، سوئر ،بتن جي خريد ۽ فروخت کي حرام قرار ڏنو ويو آهي “. (٣)

نبي ﷺ جن فرمان آهي تہ
إِنَّ اللَّهَ تَعَالَى إِذَا حَرَّمَ شَيْئًا حَرَّمَ ثَمَنَهُ ».

الله تعالىٰ جڏهن ڪنهن شيءِ کي حرام قرارڏنو تہ انهيءَ جي قيمت (يعني ان کي وڻڻ ۽ وڪڻڻ ) بہ حرام ڪيو آهي قرآن ۽ حديث جي ڪجھ دليلن ۾ فقط هڪ قسم جي شين جو بيان ڪيوويو آهي جيئن کائڻ پيئڻ شين جي باري ۾ فرمان آهي :

﴿حُرِّمَتْ عَلَيْكُمُ الْمَيْتَةُ وَالدَّمُ وَلَحْمُ الْخِنْزِيرِ وَمَا أُهِلَّ لِغَيْرِ اللَّهِ بِهِ وَالْمُنْخَنِقَةُ وَالْمَوْقُوذَةُ وَالْمُتَرَدِّيَةُ وَالنَّطِيحَةُ وَمَا أَكَلَ السَّبُعُ إِلَّا مَا ذَكَّيْتُمْ وَمَا ذُبِحَ عَلَى النُّصُبِ وَأَنْ تَسْتَقْسِمُوا بِالْأَزْلَامِ.........﴾ المائدہ (٣)

[٣] - ابو داؤد حديث نمبر ٣٤٨٦ ،صحيح ابي داؤد حديث نمبر ٩٧٧ (متفق عليه ز )

اوهان تي حرام ڪيا ويا آهن مثل جانور ۽ وهندڙ رت ۽ سوئر جوگوشت ۽ جنهن شيءِ کي الله کان علاوه ڪنهن ٻي جي نالي پڪاريو وڃي ۽ گهٽو ڏيئي ماريل ۽ ڌڪ سان ماريل ۽ مٿاهين جاءِ تان ڪريل جانورتڪر (يا ٻي جانور جي سڱ سان)مئل جانور ۽ جنهن کي چيرندڙ جانورن کاڌو پر اهو جانور اوهان لاءِ حلال آهي جنهن کي اوهان مرڻ کان اڳ ذبح ڪيو هجي اهو جانور جيڪو آستانن تي ذبح ڪيو وڃي اهڙي طرح اوهان تي حرام آهي تہ اوهين تيرن ذريعي فال ڪڍو قسمت جو حال معلوم ڪريو

اهڙي طرح جن سان نڪاح حرام آهي انهن جي باري ۾ فريائين تہ :

﴿حُرِّمَتْ عَلَيْكُمْ أُمَّهَاتُكُمْ وَبَنَاتُكُمْ وَأَخَوَاتُكُمْ وَعَمَّاتُكُمْ وَخَالَاتُكُمْ وَبَنَاتُ الْأَخِ وَبَنَاتُ الْأُخْتِ وَأُمَّهَاتُكُمُ اللَّاتِي أَرْضَعْنَكُمْ وَأَخَوَاتُكُمْ مِنَ الرَّضَاعَةِ وَأُمَّهَاتُ نِسَائِكُمْ .﴾النساء ٢٣:

اوهان تي حرام ڪيون ويون آهن اوهان جون مائرون ۽ ڌيئرون ۽ ڀينرون ۽ ڦڦيون ۽ ماسيون ۽ ڀائٽيون ۽ ڀاڻيجيون ۽ اوهان جون اهي مائرون جن اوهان کي ٿڃ پياري ۽ اوهان جون رضاعي ٿڃ ۾ شريڪ ڀينرون ۽ اوهان جي زالن جون مائرون ( يعني اوهان جون سسون ) ڪمائڻ جي ذريعن جي حرام هجڻ جي وضاحت هن آيت مبارڪ ۾ڪئي وئي:

﴿وَأَحَلَّ اللَّهُ الْبَيْعَ وَحَرَّمَ الرِّبَا﴾ البقرة (٢٧٥)

” ۽ الله واپار کي حلال ۽ وياج کي حرام ڪيو آهي . “

الله تعالىٰ پنهجي ٻانهن تي تمام گهڻو ٻاجهارو آهي انڪري جيڪي شيون اسان لاءِ حلال ڪيون آهن انهن کي گهٽائيءَ ۽ قسمن جي ڪري انهن کي شمار نتوڪري سگهجي ان ڪري انهن شين جي تفصيل بيان نہ ڪئي وئي آهي ڇاڪاڻ جي اهي گهٽيون ۽ ٻي

شمارآهن ، پرحرام شين جو تعداد ٿوروآهي انڪري انهن ڪي تفصيل سان بيان ڪيو ويو آهي جيئن اسين انهن کي سڃاڻي انهن کان بچي سگهون الله تعاليٰ جو فرمان آهي

وَقَدْ فَصَّلَ لَكُمْ مَا حَرَّمَ عَلَيْكُمْ إِلَّا مَا اضْطُرِرْتُمْ إِلَيْهِ وَإِنَّ كَثِيرًا لَيُضِلُّونَ بِأَهْوَائِهِمْ بِغَيْرِ عِلْمٍ إِنَّ رَبَّكَ هُوَ أَعْلَمُ بِالْمُعْتَدِينَ (الانعام ١١٩ )

” ڪي شيون اوهان تي حرام آهن انهن کي کولي بيان ڪيو اٿس پر جيڪڏهن توهان حرام کائڻ جي لاءِ مجبور ٿي پئو ۽ گهڻا اڻ ڄاڻائيءَ جي ڪري پنهجي نفساني خواهشن سان گمراه ٿين ٿا بيشڪ تنهنجو رب انهن ظالمن کي ڀليءَ طرح ڄاڻي ٿو“

يَا أَيُّهَا النَّاسُ كُلُوا مِمَّا فِي الْأَرْضِ حَلَالًا طَيِّبًا وَلَا تَتَّبِعُوا خُطُوَاتِ الشَّيْطَانِ إِنَّهُ لَكُمْ عَــدُوٌّ مُبِينٌ (البقره ١٦٨ )

”اي ماڻهؤ !جيڪي شيون زمين ۾ آهن تن مان پاڪ حلال کائو ۽ شيطان جي وکن تي نہ هلو بي شڪ اهو اوهان جو پڌرودشمن آهي “

ڪجھ ماڻهو جڏهن حرام شين جو تعداد ۽ تفصيل ڏسندا آهن تہ انهن جو ساهہ گهٽجڻ لڳندو آهي اها ڪيفيت فقط انڪري آهي جو انهن جو ايمان ڪمزور آهي ديني علم جي سمجھ کان محروم آهن چا انهن ماڻهن جو اهو مطالبو آهي تہ سمورين حلال شين جي تفصيل انهن کي ٻڌائي وڃي ايستائين جو هو هي ڳالھ مڃي وٺن تہ دين آسان آهي ۽ دين انهن جي زندگين کي تنگ نہ ڪيو آهي اهي هن قسم جي تفصيل چاهين ٿا تہ :

ذبح ٿيل اٺ ، ڳئون ،ٻڪري ،سهو، هرڻ ،جابلو ٻڪرو ،ڪڪڙ ،ڪبوتر ،بطخ ، مرغابي ،اٺ پکي جو گوشت ۽ مئل مڪڙ ۽ مڇي بہ حلال آهي .

هر قسم جو سبزيون ۽ ڀاڄيون ميوا ،هر قسم جو اناج ، فائديمند ميوا حلال آهن

پاڻي ، کير ، ماکي ، تيل ، سرڪو حلال آهي .

هر جو ڪاٺ ،لوهه ،مٽي ڪڪريون ،پلاسٽڪ ،شيشو ۽ ربڙ ڪي استعال ڪرڻ جائز آهي
هرقسم جي سواري وارن جانورن ،گاڏين ، ريل گاڏين ،بحري جهازن ،تي سواري ڪرڻ جائز آهي .

اهڙي طرح ايئرڪنديشن ،واشنگ مشن،پاڻي خشڪ ڪرڻ جي مشن ،پسائي جي مشن ،اٽي ڳهڻ جي مشن ،قيمو بنائيدڙمشن ،جوسرمشن.

اهڙي طرح ڊاڪٽري ،انجنيئرنگ ،حساب ،تعميرات ،فلڪيات جي استعال ٿيندڙ اوزارن جو استعمال جائز آهي اهڙي طرح پاڻي پيٽرول ۽ ٻيون معدني شين ڪي دريافت ڪندڙ اوزارن جو استعال ڪرڻ ڪاٽن ،سوٽي ، ڪتان (هڪ خاص قسم جي وڻ ڪديل تيل ) وارن ، حلال ڪلن ،نائلون ۽ پوليسٽر مان ٺاهيل ڪپڙا پائڻ جائزآهن . جيڪڏهن اسين انهن شين ڪي ترتيبوارڳڻڻ شروع ڪنداسين انتها تائين پهچڻ چاهيندا سين تہ اهو سلسلو ڇا ختم ٿيندو ؟ (هرگز بہ نہ ) تہ پوءِ اهڙا اجايا اعتراض ڪندڙ ڇو نٿا سمجهن تہ انهن جو اهو بهانو "تہ دين آسان آهي" اها ڳالھ تہ بالڪل صحيح آهي پر ان جو مطلب غلط وٺن ٿا دين آسان آهي مطلب انهن جي ناجائزخواهشن جو پورو هجڻ نہ آهي بلڪ انهي آسان هجڻ جي اها تشريح قابل قبول ٿيندي جيڪا دين جي مطابق هجي پردين آسان هجڻ جو بهانو ڪري دين جي قانونن جي پامالي ڪرڻ ۽ دين جي آسان هجڻ ڪري ان ۾ مليل رخصتن تي عمل ڪرڻ ۾ تمام وڏو فرق شرعي رخصتن جو مقصد هي تہ سفر ۾قصر نماز يا ٻن نمازن جو جمع ڪرڻ ، مسافرجو ٽي راتيون ۽ ٽي ڏينهن ۽ مقيم جو هڪ ڏينهن ۽ هڪ رات موزن تي مسح ڪرڻ.

پاڻي جي استعال سان ڪنهن وڏي نقصان جو خوف هجي تہ تيمم ڪرڻ بيماري ۾ يا مينهن وسڻ وقت ٻن نمازن ڪي گڏي پڙهڻ نڪاح جوپيغام موڪليندڙ ڪي اجنبي عورت ڪي ڏسڻ جي اجازت

۽قسم ٿورينديون ڪفاري ۾ چاهي ته غلام کي آزاد ڪري چاهي ته مسڪين کي کاڌو کارائي چاهي انهن کي لباس پهرائي ،مجبوريءَ جي حالت ۾ مردار کائڻ جي اجازت اهي سڀ رخصتون ۽ اجازتون شريعت طرفان آهن.

هڪ مسلمان جي علم ۾ هيءَ ڳالهه به هجڻ گهرجي ته ڪجهه شين کي حرام قرار ڏيڻ ۾ڪيترائي فائدا ۽ حڪمتون آهن

(١)الله تعاليٰ انهن حرام شين سان ٻانهن جو امتحان وٺي ٿو ته ڪيئن انهن کا بچن ٿا .

(٢)(حلال ۽ حرام ) انهيءَ امتحان جا اهي ذريعا جن سان جنتين ۽ دوزخين ۾ فرق ٿئي اهوئي سبب جو دوزخي هن دنيا ۾ انهن لذتن ۾ غرق آهن جن لذتن سان دوزخ کي گهيريو ويو آهي ۽ جنت ۾داخل ٿيندڙ هن دنيا ۾مصيبتن تي صبر ڪيو.

٣)هڪ مؤمن انسان الله جي رضا ۽ ثواب جي ارادي سان شريعت جي پابندي ڪندو آهي انڪري ان جي لاءِ ان تي پابندي ۽ تڪليف به آسان ٿي ويندي آهي .جڏهن ته منافق شريعت جي پابنديءَ کي تڪليف . مصيبت ۽ محرومي جوذريعو سمجهندوآهي انڪري ان جي لاءِ پابندي شر جي پيروڪاري هڪ تمام گهٽي ڏکي ٿي پوندي آهي

حرام شين کان پري رهڻ ڪري ملندڙ سڪون جي لذت فقط شريعت جي پابندي ڪندڙ محسوس ڪري سگهي ٿو .جيڪو شخص الله جي خاطر ڪابہ شيءِ ڇڏيندوآهي ته الله ان کي ان کان بهتر عطا ڪندو آهي “

اهوئي شخص پنهنجي دل ۾حقيقي خوشي ۽ سڪون محسوس ڪندو آهي

هن ڪتاب ۾ انهن حرام شين کي ذڪر ڪيو ويوآهي جن جو حرام هجڻ جو قران سنت جي دليلن مان ثابت آهي پر اڄ ڪيترائي مسلمان انهن حرام شين ۾ گرفتار ٿي چڪا آهن ان ڪري مون

مسلمانن جي خير خواهي جي نيت سان هن ڪتاب ۾ انهن حرام معاملن بابت (اسلام جي تعليمات کي کولي کولي بيان ڪيو آهي ) الله تعالي کان اهائي دعا آ تہ مونکي ۽ سڀني مسلمانن کي هدايت ۽ توفيق الله جي حدن جي نگهباني ۽ گناهن کان بچڻ جي توفيق عطا فرمائي الله سڀ کان وڏيڪ حفاظت ڪندڙ ۽ نهايت مهربان آهي .

والله خيرحافظا وهو ارحم الراحمين

**محمد صالح المنجد**

**الخبر سعودي عرب**

## الله تعـــالي ســـــان ڙرک ڪشـر

الله تعالىٰ سان مطلق طورتي حرام ۽ ڪبيره گناه آهي . حضرت ابوبڪر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ :

أَلَا أُنَبِّئُكُمْ بِأَكْبَرِ الْكَبَائِرِ( ثَلَاثًا) قالو :قلنا بلى يارسول الله ! الْإِشْرَاكُ بِاللَّهِ

چاآئون توهان کي سڀ کان وڏن گناهن جي باري ۾ نہ ٻڌايان پاڻ ﷺ جن هي ڳالهہ ٽي دفعا فرمائي:اسان عرض ڪيوسين اي الله جا رسول! چونہ بالڪل ضرور ٻڌايورسول الله جن فرمايوتہ سڀ کان وڏوگناه الله سان شرڪ آهي(٤)

شرڪ کان سواءِ باقي هر گناه جي باري ۾ هيءَ اميد رکي سگهجي ٿي تہ الله تعالىٰ ان کي معاف فرمائيندو پر شرڪ اهڙو گناه آهي شرڪ جهڙي گناه جي معافي لاءِمخصوص توبہ(يعني هميشہ جي لاءِ ان کان رڪجي وڃڻ جو عهد توحيد جي ڪلمي جو اقرار ۽ اسلام جي احڪامن تي پابندي ڪرڻ جو پختو ارادو لازمي آهي

ارشاد باري تعالىٰ آهي

إِنَّ اللَّهَ لَا يَغْفِرُ أَنْ يُشْرَكَ بِهِ وَيَغْفِرُ مَا دُونَ ذَلِكَ لِمَنْ يَشَاءُ وَمَنْ يُشْرِكْ بِاللَّهِ فَقَدِ افْتَرَى إِثْمًا عَظِيمًا النساء :48

”يقينا الله تعالىٰ پاڻ سان شرڪ کي معاف نہ ڪندو ۽ ان کان سواءِ جنهن گناه کي چاهي معاف فرمائي “

شرڪ جي قسمن مان هڪ قسم شرڪ اڪبر آهي جنهن جي ارتڪاب سان انسان دين جي دائري مان خارج ڪري ڇڏيندو آهي.انهيءَ حالت ۾ مرندڙدائمي جهنمي بنجي ويندوآهي

---

٤ متفق عليه بخاري حديث نمبر ٢٢٥٢٢ طبع : البغا

هن شرڪ جون هينيون برائيون ڪيترن ئي اسلامي ملڪن ۾ ڦهلجي چڪيون آهن :

## اجقبرن جي پو

هي عقيدو رکڻ ته مري ويل نيڪ ٻانها حاجتون پوريون ڪن ٿا مشڪلاتون هٽائين ٿاانهن کان مددطلب ڪرڻ ۽مشڪلات ۾ پڪارڻ هي سڀ شرڪ جون صورتون آهن جڏهن ته الله تعالىٰ جو فرمان آهي
وَقَضَى رَبُّكَ أَلَّا تَعْبُدُوا إِلَّا إِيَّاهُ الاسرى :23
”۽ تنهنجي رب اهو چٽو فيصلوڪيوآهي ته اوهين ان ڪان سواءِ ڪنهن جي ٻه عبادت نه ڪريو“
الله تعالىٰ جو فرمان آهي
أَمْ مَنْ يُجِيبُ الْمُضْطَرَّ إِذَا دَعَاهُ وَيَكْشِفُ السُّوءَ وَيَجْعَلُكُمْ خُلَفَاءَ الْأَرْضِ أَئِلَهٌ مَعَ اللَّهِ قَلِيلًا مَا تَذَكَّرُونَ النمل : 62
ترجمو: (ڀلاڪيرآهي جيڪو لاچار ۽ بي قرار جي پڪار ڪي ٻڌي ان کي اگهائي،ان جي تڪليف کي ختم ڪري ،۽ ڪير جيڪو اوهان کي زمين ۾ هڪ ٻئي جو جانشين بنائي ٿو ڇا الله ڪان سواء ٻيوڪومعبود جيڪواهي ڪم ڪري سگهي)

ڪجھ ماڻهو ته پنهنجي پير يا مرشد جو نالو تڪيوڪلام بنائي اٿندي، ويهندي ، ٿڙندي ان کي پڪاريندا آهن ۽ جڏهن ڪومصيبت ،مشڪلات ۽ پريشانيءَ ۾گرفتارٿيندوته ڪو ”يا محمد“ ته ڪو وري ”يا علي“ جو نعروهڻندو آهي ته ڪو وري ياحسين جو هوڪو هڻي ٿو ته وري ڪو يا بدوي “ جو نالو ڪڍي ٿو ته ڪو وري ”يا عبدالقادر “چوي ٿو ته وري ڪو يا شاذلي تي ڀروسو ڪري ٿو ته ڪو يا رفاعي “ جو سهارو وٺي ٿو ته ڪنهن جي منهن تي يا عيد روس جي رڙ آهي ته ڪو بيبي زينب کي پڪاري ٿو ته ڪي وري بيبي زينب ۽ ابن علوان جي ورد ڪن ٿا

جڏهن ته الله تعاليٰ جو فرمان آهي:
إِنَّ الَّذِينَ تَدْعُونَ مِنْ دُونِ اللَّهِ عِبَادٌ أَمْثَالُكُمْ الاعراف:194
” بي شڪ توهان جنهن کي الله کان سواءِ پڪاريوٿا اهي توهان جهڙا ئي ٻانها آهن .“

ڪجهه قبرن جا پڄاري ته انهن قبرن جو طواف ڪن ٿا ۽ ڪجهه قبر جي هر ڪنڊ کي هٿ لڳائيندا آهن ۽ ڪجهه انهن کي چوهندا آهن ڪجهه انهن جي چائنٺ کي چمندا آهن ۽ ڪجهه پنهنجي منهن کي انهن جي مٽي تي مليندا آهن ۽ ڪجهه انهن کي ڏسڻ شرط ئي سجدي ۾ ڪري پوندا آهن ۽ انهن قبرن جي اڳيان انتهائي عاجزي ۽ انڪساري ۽ ذلت سان پنهنجيون پنهنجيون ضرورتون پيش ڪن ٿا بيماريءَ کان چوٽڪاري ،اولاد پائڻ ،مشڪلاتن جي آسانيءَ لاءِ انهن کي پڪاريندا آهن بلڪ ڪجهه ته قبر واري کي مخاطب ٿي چوندا آهن اي اسان جا سردار! آئون پرڏيهه مان آيوآهيان انڪري مون کي نامراد خالي هٿين نه موٽائي

الله عزوجل جو فرمان آهي ته :
وَإِنْ يَمْسَسْكَ اللَّهُ بِضُرٍّ فَلَا كَاشِفَ لَهُ إِلَّا هُوَ وَإِنْ يُرِدْكَ بِخَيْرٍ فَلَا رَادَّ لِفَضْلِهِ يُصِيبُ بِهِ مَنْ يَشَاءُ مِنْ عِبَادِهِ وَهُوَ الْغَفُورُ الرَّحِيمُ يونس :107
ترجمو : جيڪڏهن الله توکي ڏک پهچائي ته ان کان سواءِ ان کي ڪو لاهڻ وارو نه آهي ۽ جيڪڏهن توسان چڱائيءَ جو ارادو ڪري ته ان جي فضل کي ڪو هٽائڻ وارو نه آهي ٻانهن مان جنهن کي وڻيس تنهن کي فضل پهچائي ۽ اهو بخشڻهار مهربان آهي “

## غير الله جي نذر ۽ نياز

الله تعاليٰ کانسواءِ ڪنهن ٻئي لاءِ نذر ۽ نياز ڪرڻ به شرڪ جي هڪ صورت آهي.

جهڙي طرح اڄڪلهه ڪجهه ماڻهو قبرن تي چراغ روشن ڪرڻ (چادرون چڙاهڻ ،پيرين پنڌان ڏانهن وجڻ جونذر ۽ نياز ڪندا آهن

## غير الله جي نالي تي جانور ذبح ڪرڻ

غير الله جي نالي تي ذبح ڪرڻ به الله رب العالمين سان شرڪ اڪبر جي هڪ صورت آهي

الله تعالىٰ جو فرمان آهي ته

فَصَلِّ لِرَبِّكَ وَانْحَرْ. الكوثر:2

” (اي نبي !)پنهنجي رب جي لاءِ نمازپڙهه ۽ قرباني ڪر. “

يعني خاص الله جي لاءِ ۽ الله جي نالي سان ذبح ڪر

رسول اڪرم ﷺ جن فرمايوته :

لعن الله من ذبح لغير الله

”الله جي ان تي لعنت آهي جيڪو الله ڪانسواءِ ڪنهن ٻي جي لاءِ ذبح ڪري ٿو “(٥)

ڪڏهن ڪڏهن الله ڪانسواءِ ڪنهن ٻي جي نالي تي ذبح ٿيل جانور ۾ ٻئي شيون جمع ٿي وينديون آهن

يعني هڪ غير الله جي نالي تي ذبح ڪرڻ

ٻي هي جو ان جي ذبح وقت الله کان علاوه ڪنهن ٻي جي نالي تي ذبح ڪرڻ

انهن ٻنهي سببن جي ڪري انهيءَڪي ڪائڻ ناجائز آهي

جاهليت جي زماني ۾هڪ ذبح جي صورت اڄڪلهه عام ٿي چڪي آهي جنهن کي” جنن جي لاءِ ذبح“ جو نالوڏنوويوآهي ڪجهه ماڻهو جنن جي تڪليف جي خوف کان گهرجي خريداري ياتعمير وقت گهرجي چانئٺ يا کوهه کوٽڻ وقت کوهه جي ڪناري تي جانور ذبح ڪن ٿا

---

٥ مسلم حديث نمبر ١٩٧٨ ط عبد الباقي

## حلال کي حرام قرارڏيڻ حرام کي حلال قرار ڏيڻ

هي بہ شرڪ اڪبر جي هڪ صورت آهي يا هي عقيدو رکڻ تہ الله ڪان سواءِ ٻي ڪنهن کي بہ اهواختيار آهي
اهڙي طرح رضا ۽ خوشيءَ سان اهڙي ڪورٽن يا غير شرعي قانون مطابق فيصلا ڪرائڻ ۽ انهيءَ کي صحيح سمجهڻ تمام وڏوڪفر آهي
.

جيئن قرآن مجيد ۾ آهي
اتَّخَذُوا أَحْبَارَهُمْ وَرُهْبَانَهُمْ أَرْبَابًا مِنْ دُونِ اللَّهِ
”انهن پنهنجن عالمن ۽ راهبن کي الله ڪان سواءِ رب قرار ڏنو. “
**التوبه** :31

عدي بن حاتم بيان ڪري ٿو آئون نبي ﷺ جن وٽ حاضر ٿيس جڏهن هي آيت (اتَّخَذُوا أَحْبَارَهُمْ.....الخ) تلاوت ڪندي ٻڌي تہ عرض ڪيو اي الله جا رسول

انهم لم يكونوا يعبدونهم

اهي انهن جي عبادت تہ نہ ڪندا هئا پاڻ ﷺ جن فرمايو

اجل ولكن يحلون لهم ما حرم الله فيستحلونه ويحرمون عليهم ما احل الله فيحرمونه فتلك عبادتهم لهم

تہ ها پر اهي انهن جي اهي شيون حلال ڪندا هئا جنهن کي الله تعالىٰ حرام قرار ڏنوآهي ۽ انهن جي لاءِ اهي شيون حرام قرار ڏيندا هئا جيڪي الله تعالىٰ حرام قرار ڏنيون پوءِ انهن عالمن ۽ راهبن جي انهيءَ ڳالهہ کي مڃڻ ئي انهن جي عبادت آهي(٦)

قُلْ أَرَأَيْتُمْ مَا أَنْزَلَ اللَّهُ لَكُمْ مِنْ رِزْقٍ فَجَعَلْتُمْ مِنْهُ حَرَامًا وَحَلَالًا قُلْ آللَّهُ أَذِنَ لَكُمْ أَمْ عَلَى اللَّهِ تَفْتَرُونَ **يونس** :59

ترجمو :

---

[٦] سنن الكبرىٰ للبيهقي ١٠ / ١١٦ سنن الترمذي حديث نمبر ٣٠٩٥

ڪين ٻڌايو تہ جيڪورزق الله تعالىٰ نازل فرمايوآهي ان مان ڪجھ ڪي حرام ۽ ڪجھ ڪي حلال قرار ڏيو ٿا
ڪانئن پڇو تہ ڇا الله اوهان کي اجازت ڏني آهي يا الله تي ناھ ناهيو ٿا "

## ڪهانت ۽ غيبي خبرن جي، جادو جي علم جي دعوىٰ ڪرڻ

وَاتَّبَعُوا مَا تَتْلُو الشَّيَاطِينُ عَلَى مُلْكِ سُلَيْمَانَ وَمَا كَفَرَ سُلَيْمَانُ وَلَكِنَّ الشَّيَاطِينَ كَفَرُوا يُعَلِّمُونَ النَّاسَ السِّحْرَ وَمَا أُنْزِلَ عَلَى الْمَلَكَيْنِ بِبَابِلَ هَارُوتَ وَمَارُوتَ وَمَا يُعَلِّمَانِ مِنْ أَحَدٍ حَتَّى يَقُولَا إِنَّمَا نَحْنُ فِتْنَةٌ فَلَا تَكْفُرْ البقره: 102

" ۽ انهن اهڙن علمن جي پيروي ڪئي جيڪي شيطان سليمان جي زماني ۾ پڙهندا هئا ۽ سليمان ڪفر نہ ڪيو پر شيطانن ڪفر ڪيو جو ماڻهن کي جادو سکاريندا هئا ۽ پڻ جيڪي ڪجھ ٻن ملائڪن هاروت ۽ماروت تي جيڪي ڪجھ نازل ڪيو اهو ۽ اهي ٻئي ايستائين ڪنهن کي نہ سيکاريندا هئا جيستائين ائين نہ چوندا اسين رڳو اوهان لاءِ صرف آزمائش آهيون ان ڪري ڪفر نہ ڪريو "

جادوگر جي لاءِ شرعي فيصلو هيءُ آهي تہ ان کي قتل ڪيو وڃي ۽ انهيءَ جي ڪمائي پليت ۽ حرام آهي ڪجھ جاهل ، ظالم ۽ ڪمزور ماڻهو جادوگرن وٽ ويندا آهن تہ جيئن جادو جي مدد سان پنهنجي مخالف ماڻهن کا بدلو وٺن ڪجھ ماڻهو جادوءَ جو اثر ختم ڪرڻ جي لاءِ جادوگر وٽ ويندا آهن تہ جيئن (اهي سڀ معاملا ناجائز ۽ حرام آهن )

(هڪ مسلمان) تي واجب آهي تہ الله کان شفا گهري ۽ الله جي ڪلام سان شفا حاصل ڪري مثلا سورة الناس ۽ سورة الفلق جي تلاوت ڪري

باقي جادوگر ۽ پوپو اهي جڏهن اهي علم غيب ڄاڻڻ جي دعوىٰ ڪندا آهن الله جا تمام وڏا انڪاري بنجي ويندا آهن ڇوتہ الله کانسواءِ ڪوبہ علم غيب نٿو ڄاڻي

اهي مختلف طريقن سان ماڻهن جا مال هڙپ ڪرڻ جي لاءِ مختلف طريقا اختيار ڪنداآهن جيئن زمين تي لڪيرون ڪيڻ ،سپي وجائڻ ،پيالي يا شيشي جي ڪنهن گل شيءِ تي منتر ڦوڪڻ جهڙا طريقا اختيار ڪندا آهن جيڪڏهن هڪ پيرو سچ ڳالهائيندا آهن تہ نوانوي پيرا ڪوڙ ڳالهائيندا آهن پر بيوقوف فقط انهن جي انهيءِ هڪڙي سچيءَ ڳالهہ کي ياد ڪري مستقبل جي خوش نصيبي يا بد بختي جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ جي ،شادي ۽ واپار جي معاملي ياگم ٿيل شيون ڳولهائڻ جي لاءِ انهن ڪوڙن وٽ ايندا آهن .

جڏهن اهو ماڻهو جيڪو اچي ٿو انهن جي ڳالهہ کي سچو مڃي ٿو تہ اهو ماڻهو ڪافر ۽ دين مان نڪري ويندوآهي .انهي حڪم جودليل رسول ﷺ جن جو هيءُ فرمان آهي تہ

مَنْ أَتَى عَرَّافًا فَصَدَّقَهُ بِمَا يَقُولُ فقد كفر بما أنزل على محمد .

جيڪو بہ ڪنهن نجومي ،ٻوپي (ياجادوگر ) وٽ آيو ۽ ان جي ڳالهہ کي سچو سمجهيائين تہ محمد ﷺ تي نازل ٿيل ڪتاب قرآن جو انڪارڪيو[٧]

پر جيڪڏهن ڪو شخص اها ڳالهہ مڃي ٿو اهي علم غيب نٿا ڄاڻن پر صرف مشاهدي لاءِ انهن وٽ وڃي ٿو تہ ان کي ڪافر تہ قرار نہ ڏبو پر انهيءِ جي نما ز چاليهہ ڏينهن تائين قبول نہ ٿيندي آهي.

رسول ﷺ جن فرمايو :

قَالَ مَنْ أَتَى عَرَّافًا فَسَأَلَهُ عَنْ شَيْءٍ لَمْ تُقْبَلْ لَهُ صَلَاةٌ أَرْبَعِينَ لَيْلَةً [٨]

جيڪو بہ ڪنهن نجومي ،ٻوپي (ياجادوگر ) وٽ اچي ڪنهن شيءِ جي باري ۾ پڇيائين تہ ان جي نماز چاليهہ راتين (۽ ڏينهن ) تائين قبول نہ ٿيندي "

## واقعن ۽ ماڻهن جي زندگي ۾ تارن جي اثر جو عقيدو

[٧] مسند احمد ٢/ ٤٢٩ ،صحيح الجامع حديث نمبر (٥٩٣٩)

[٨] صحيح مسلم ٤/١١٥١

زيد بن خالد الجهني روايت ڪري ٿو تہ رسول الله جن حديبيہ وٽ ان رات جي مينهن وسڻ ڪان پوءِ اسان کي نماز پڙهائي پوءِ جڏهن نماز مان فارغ ٿيا تہ پاڻ ماڻهن جي طرف رخ ڪري فرمايائون اوهان کي خبر آهي تہ اوهان جي رب ڇا فرمايو آهي صحابہ ڪرام عرض ڪيو الله ۽ ان جو رسول بهتر سمجهن ٿا

پاڻ ﷺ فرمايو الله تعالىٰ فرمايو تہ : منهنجا ڪجھ ٻانها مومن ٿيا ۽ ڪجھ ٻانها ڪافر ٿي ويا پوءِ جنهن چيو تہ الله جي مهربانيءَ ۽ رحمت سان اسان تي مينهن وٺو آهي ان مون تي ايمان آندوۀ تارن جو انڪار ڪيو پر جنهن چيو تہ فلاڻي تاري جي ڪري اسان تي مينهن وٺو آهي ان منهنجو انڪار ڪيوۀ تارن تي ايمان آندو[٩]

اهڙي طرح مختلف اخبارن ، رسالن ۽ ڊائجسٽن۾ شايع ٿيندڙ مختلف برجن ستارن (Stars) ذريعي (ايندڙ هفتي يا مهيني جا حالات ٻڌائڻ )انهن کي سچو سمجهندڙ مشرڪ پر جيڪو نفسياتي تسلي جي ڪري انهن کي پڙهي ٿو تہ اهو بہ سخت گنهگارآهي ڇاڪاڻ جو شرڪ سان ڀريل تحريرن کي پڙهڻ سان تسلي حاصل ڪرڻ جائز نہ آهي ڇوتہ شيطان هن جي دل ۾ شرڪي عقيدو پيدا ڪري سگهي ۽ اها شيءِ شرڪ جو ذريعو بڻجي وڃي.

## ڪنهن شي مان نفعي پهچڻ جوعقيدو

ڪجھ ماڻهو تعويذن ،شرڪيہ منترن مڻڪن يا معدني ڌاتن مان ٺهيل ڪنگڻن ۽ خاص قسم جي پٿرن جي باري ۾ اهو عقيدو رکندا آهن تہ اهي شيون فائدوپهچائين ٿيون

٩ بخاري مع الفتح ٢ / ٣٣٣

ان عقيدي جو بنياد ڪنهن نجومي يا جادوگر جي ڳالھ تي هوندي آهي يا ابن ڏاڏن کان مليل وهمي عقيدا .

اهي شيون پنهجي يا اولاد جي گلي ۾ لٽڪيندا تہ انهن جي وهمي عقيدي جي مطابق نظر نہ لڳي يا انهن کي مختلف جڳهين ،ڳاڏين يا جسم جي عضون تي ٻڌندا آهن

اهڙيون مختلف جڙائن واريون منديون پائي اهو سمجهنداآهن تہ انهي سان خاص مصيبتون ختم تي وينديون آهن

اهي سڀ معاملا الله تعالىٰ تي توڪل واري عقيدي جي خلاف آهن اهي معاملا انسان کي وڌيڪ ڪمزور ڪندا آهن اهي طريقا حرام شين سان بہ علاج ڪرائڻ م اچن ٿا (جنهن جي شريعت ۾ ڪابہ گنجائش موجود نہ آهي) . انهيءَ قسم جي تعويذن ۾ واضح شرڪ لکيل هوندو آهي مختلف جنن ۽ شيطانن کان مدد جا سوال لکيل هوندا آهن يا ڪجھ سمجھ نہ ايندڙ نقشا ۽ عبارتون لکيل هونديون آهن ڪجھ مداري قرآني آيتن سان شرڪي عبارتون ملائي لکندا آهن تہ وري ڪجھ ظالم قران گندگي (پيشاب ،) يا حيض جي رت سان لکنداآهن گذريل شين ڪنهن بہ شيءِ کي ٻڌڻ شرڪ آهي

رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ

من علق تميمة فقد اشرك

”جنهن تعويذ ٻڌو ان شرڪ ڪيو.([10])

جيڪو ماڻهو انهن شين جي باري ۾ عقيدو رکي ٿو تہ الله کانسواءِ مستقل اهي شيون نقصان يا نفعي جواختيار رکن ٿيون اهو مشرڪ آهي ۽ وڏي شرڪ ۾ گرفتار آهي پر جيڪڏهن جن شين کي الله تعالىٰ نقصان يا نفعي جو ذريعو نہ بنايو آهي انهن جي باري ۾ نفعي يا نقصان جي عقيدو بہ شرڪ اصغر آهي اهو بہ شرڪ بالاسباب جي هڪ قسم آهي .

---

[10] مسند احمد ٤ / ١٥٦ سلسلة الصيحيحة حديث نمبر ٤٩٢

# عبادت ۾ رياڪاري

ڪنهن عمل جي قبوليت جي لاءِ شرط آهي تہ عمل انتهائي اخلاص وارو ، رياءُ کان پاڪ ۽ سنت جي مطابق هجي جيڪو ڪابہ عبادت ماڻهن کي ڏيکارڻ جي لاءِ ادا ڪري ٿو تہ شرڪ اصغر ڪري ٿو انهي جا سمورا نيڪ عمل تباھ ٿي ويا جيئڻ ڪو ڏيکاء لاءِ نماز پڙهي ٿو الله تعاليٰ جو فرمان آهي :

إِنَّ الْمُنَافِقِينَ يُخَادِعُونَ اللَّهَ وَهُوَ خَادِعُهُمْ وَإِذَا قَامُوا إِلَى الصَّلَاةِ قَامُوا كُسَالَى يُرَاءُونَ النَّاسَ وَلَا يَذْكُرُونَ اللَّهَ إِلَّا قَلِيلًا النساء (١٤٢)

بي شڪ منافق الله سان ذوکي بازي ڪن ٿا ۽ الله ڪين انهن جي ذوکي جي سزا ڏيندڙ آهي ۽ جڏهن ائي نماز لاءِ اٿن ٿا تہ سست ٿيندي اٿن ٿا صرف ماڻهن کي ڏيکارين پر الله کي ٿورو ياد ڪن ٿا .

جنهن ڪوبہ نيڪ عمل انهي نيت سان ڪيو تہ انهيءُ جي عمل جي مشهوري ٿئي ۽ ماڻهو انهي جي (نيڪ نامي ) ٻڌن تہ ان شرڪ ڪيو ائين ڪرڻ واري لاءِ حديث ۾ سخت ڌمڪي ڏني وئي آهي

ابن عباس کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ :

مَنْ سَمَّعَ سَمَّعَ اللَّهُ بِهِ وَمَنْ يُرَائِي يُرَائِي اللَّهُ بِهِ

جيڪو شهرت چاهيندو تہ الله تعاليٰ (انهيءُ کي دنيا ۾ ئي ) ان کي شهرت ڏيندو( ۽ آخرت ۾ خواري واري شهرت ڏيندو جيڪونمائش چاهيندو تہ الله ان کي ( دنيا ۾ نيڪ نامي سان پر آخرت ۾ بدنامي ) نمايان ڪندو(١١)

جنهن کو اهڙو عمل ڪيو جنهن ۾ هن جون ٻئي نيتون آهن تہ الله بہ راضي ٿئي ۽ ماڻهو بہ ڏسن تہ اهو بہ پنهجي نيڪ عمل کي تباھ

---

[١١] مسلم ٤ / ٢٢٨٩

ڪنڊڙ آهي ابن عمر جن جي روايت آهي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله تعالىٰ جو فرمان آهي تہ :

أَنَا أَغْنَى الشُّرَكَاءِ عَنْ الشِّرْكِ مَنْ عَمِلَ عَمَلًا أَشْرَكَ فِيهِ مَعِي غَيْرِي تَرَكْتُهُ وَشِرْكَهُ

”آئون شرڪت جي معالي ۾ هر قسم جي شريڪ کان بي پرواه آهيان جنهن اهڙو عمل ڪيو جنهن ۾ هن مون سان ڪنهن ٻي کي شريڪ ڪيو تہ آئون ان ۽ انهيءَ جي عمل کي ( تباهہ ) ڪري ڇڏيندو آهيان.(١٢)

جنهن ڪوبہ عمل ڪيو پر اوچتو ان ۾ رياڪاري پيدا ٿي وئي هن کي ناپسند ڪندي ان کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ ان جو اهو عمل صحيح آهي پر اهو انهيءَ رياڪاري تي خوش ۽ مطمئن آهي تہ علماء جي وضاحت جي مطابق ان جو اهو عمل باطل آهي .

## ڻبرو سؤ

ڪنهن شيءِ ۾ بروسؤڻ ونڻ حرام آهي

الله تعالىٰ جو فرمان آهي تہ :

فَإِذَا جَاءَتْهُمُ الْحَسَنَةُ قَالُوا لَنَا هَذِهِ وَإِنْ تُصِبْهُمْ سَيِّئَةٌ يَطَّيَّرُوا بِمُوسَى وَمَنْ مَعَهُ

الاعراف:131

”پوءِ جڏهن ڪين سک پهتو تہ چيائون تہ هي تہ اسان جي لاءِ آهي ۽ جيڪڏهن ڏک پهچندو هو تہ چوندا هئا تہ موسىٰ ۽ سندس ساٿين کي نياڳو سمجهندا هئا “

عرب ۾ هيءَ وهم پرستي رائج هئي تہ انهن مان جڏهن ڪو سفر ڪرڻ چاهيندو هو تہ پکي جهلي ان کي اڏاريندو هوجيڪڏهن اهو پکي ساڄي طرف اڏاميو تہ ان سنو سؤڻ سمجهندا هئا پر جيڪڏهن اهو پکي کاٻي طرف اڏاميو تہ ان کي برو سؤڻ سمجهي پنهجي

١٢ مسلم حديث نمبر ٢٩٥٥

ارادي واري ڪم ڪي ڇڏي ڏيندو هو .نبي ﷺ جن هن جي شرعي حڪم کي بالڪل واضح ڪري ڇڏيوآهي

(الطيرة شرك) بدشگوني شرڪ آهي(١٣)

اهڙي طرح هن حرام ۽ ڪامل توحيد جي مخالف ڪم جي هڪ صورت هي ۽ بہ تہ انسان ڪجھ مهينين کي منحوس سمجهي جيئن صفر جي مهيني ۾ انهي وهم جي ڪري شادي نہ ڪرڻ ،اهڙي طرح ڪجھ ڏينهن کي منحوس سمجهڻ جيئن هر مهيني جي آخري اربع جي ڏينهن کي منحوس سمجهڻ اهڙين طرح ڪجھ انگن کي منحوس سمجهڻ جيئن ١٣ جو انگ جنهن جي باري ان وهم جو شڪار ٿيڻ اهڙي طرح ڪجھ نالن يا مصيبت يا ڪنهن بيماريءَ يا ڪنهن عيب ۾ مبتلا ماڻهو کي ڏسي برو سؤڻ وٺڻ جيئن ڪو ماڻهو دڪان کولڻ جي لاءِ نڪتو تہ رستي ۾ هن کي ڪو ڪاڻو مليو هن ان کي منحوس سمجهي (دڪان ۾ نقصان جي ڊپ ) کان گهر موٽي آيو

اهي سڀ وهم شرڪ آهن

انهن کا ن رسول اڪرم ﷺ جن لا تعلقي جو اعلان ڪيو آهي

قَالَ رَسُولُ اللَّهِ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ:"لَيْسَ مِنَّا مَنْ تَطَيَّرَ وَلا تُطُيِّرَ لَـهُ، وَلا تَكَهَّنَ وَلا تُكُهِّنَ لَهُ"أَظُنُّهُ، قَالَ:"أَوْ سَحَرَ أَوْ سُحِرَ لَهُ".

عمران بن حصين کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ :

” جنهن برو سؤن ڪيو يا ڪرايو جنهن بہ ڪهانت (غيبي معاملا معلوم هجڻ جي دعوىٰ ڪرڻ) ڪئي يا ڪرائي

حديث جو راوي فرمائي تو آئون سمجهان تو پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ :جنهن جادوڪيو يا ڪرايو تہ انهي جو اسان (مسلمان ) سان ڪوبہ تعلق نہ آهي. “(١٤)

---

١٣ مسند احمد ١ | ٣٨٩ ،صحيح الجامع (٣٩٥٥)

١٤ معجم اللڪبير للطبراني ١٨ / ١٦٢ ،صحيح الجامع ٥٤٣٥

جنهن انهيءَ قسم جي ڪا ڳالهه ڪئي يا عقيدو رکيو ته ان جو ڪفارو هن حديث ۾ موجود آهي

عَنْ عَبْدِ اللَّهِ بْنِ عَمْرٍو قَالَ :قَالَ رَسُولُ اللَّهِ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ مَنْ رَدَّتْهُ الطِّيَرَةُ مِنْ حَاجَةٍ فَقَدْ أَشْرَكَ قَالُوا يَا رَسُولَ اللَّهِ مَا كَفَّارَةُ ذَلِكَ قَالَ أَنْ يَقُولَ أَحَدُهُمْ

رسول ﷺ جن فرمايو :جيڪو بري سؤڻ جي ڪري ڪنهن ڪم کان رڪجي ويو ته ان شرڪ انهي گناهه جوڪفارو هيءُ آهي ته الله کان هن (بخشش لاءِ ) دعا گهري

اللَّهُمَّ لَا خَيْرَ إِلَّا خَيْرُكَ وَلَا طَيْرَ إِلَّا طَيْرُكَ وَلَا إِلَهَ غَيْرُكَ

” اي الله! نه آهي ڪابه نحوست (نياڳائي) ثابت سواءِ انهيءَ نحوست (نياڳائي) جي جنهن جو تون حڪم ڪرين ۽ نه آهي ڪابه ڀلائي سواءِ انهيءَ ڀلائي جي جيڪا تنهنجي مرضي سان هجي ۽ توکان سواءِ ڪوبه برحق معبود نه آهي .“[١٥]

بري سؤڻ جو طبيعت جي اعتبار سان ڪنهن ۾ وڌ ته ڪنهن ۾ گهٽ ٿئي ٿو انهيءَ جو بهترين علاج الله تعالىٰ جي ذات تي ڀروسو ڪرڻ آهي جيئن ابن مسعود جن فرمايو

وَمَا مِنَّا إِلَّا( اي الا يقع في نفسه شيءُ من ذالک ) وَلَكِنَّ اللَّهَ يُذْهِبُهُ بِالتَّوَكُّلِ

اسان مان هر هڪ جي دل ۾ بر سؤن جي ڪري ڪو وهم پيدا ٿي ويندو آهي پر الله تي توڪل ڪرڻ جي ڪري الله تعالىٰ ان وهم کي ختم ڪري ڇڏيندو آهي .[١٦]

## الله کان علاوه ڪنهن ٻي جو قسم کڻڻ

[١٥] ابوداؤد حديث نمبر(٣٩١٠) سلسلة الاحاديث الصحيحة ١٠٦٥ هن حديث ۾ ضعف آهي انڪري بهتر اهو آهي ته ان کي مجهول جي صيغي سان بيان ڪيو وڃي

[١٦] ابوداؤد حديث نمبر ٣٩١٠ ،السلسلة الصحيحة ٤٣٠

الله تعالىٰ پنهجي مخلوق مان جنهن جو چاهي قسم کڻي پرمخلوق لاءِ الله کانسوءِ ڪنهن بي جو قسم کائڻ جائز نـ آهي پر ماڻهن جي زبانن تي الله کانسواءِ قسم کڻڻ عام آهي جڏهن تـ قسم عظمت بيان ڪرڻ جو هڪ وڏوذريعو آهي انڪري الله کان سواءِ ڪنهن بي جو قسم کڻڻ جائز نـ آهي رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ :

أَلَا إِنَّ اللَّهَ يَنْهَاكُمْ أَنْ تَحْلِفُوا بِآبَائِكُمْ مَنْ كَانَ حَالِفًا فَلْيَحْلِفْ بِاللَّهِ أَوْ لِيَصْمُتْ

خبردار بي شڪ الله تعالىٰ اوهان کي پهنجن ابن ڏاڏن (۽ بزرگن ) جون قسمون کائڻ کان روڪي ٿو،جنهن کي بہ قسم کڻڻو آهي تـ اهو الله جو قسم کڻي يا خاموش رهي."(١٧)

ابن عمر کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ

مَنْ حَلَفَ بِغَيْرِ اللَّهِ فَقَدْ أَشْرَكَ

"جنهن الله کان علاؤ ڪنهن بي جو قسم کنيو تہ ان شرڪ ڪيو."(١٨)

رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ

مَنْ حَلَفَ بِالْأَمَانَةِ فَلَيْسَ مِنَّا

"جنهن امانت جوقسم کنيو ان جواسان سان ڪوبہ تعلق نہ آهي "(١٩)

انڪري ڪعبي امانت ،بزرگي ،مدد ، برڪت ڪنهن نبي جو يا ولي جي رتبي ،ماءُ پيءُ ، ابن ،ڏاڏن اولاد جي جان جي قسم کائڻ هرگز بہ جائز نہ آهي .

انهن مان ڪنهن بہ شيءِ جو قسم کنيائين تہ ان جوڪفارو هي تـ لااله الاالله پڙهي

قَالَ رَسُولُ اللَّهِ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ مَنْ حَلَفَ فَقَالَ فِي حَلْفِهِ وَاللَّاتِ فَلْيَقُلْ لَا إِلَهَ إِلَّا اللَّهُ

"جنهن قسم کنيو ۽ پنهنجي قسم ۾ چيائين تہ لات بت جو قسم تہ ان کي گهرجي تہ لااله الاالله چوي ."(٢٠)

---

١٧ بخاري مع الفتح ١١/ ٥٣٠

١٨ مسند احمد ٢/ ١٢٥، صحيح الجامع حديث نمبر ٦٢٠٤

١٩ ابوداؤد حديث نمبر(٣٢٥٣) ،سلسلة الاحاديث الصحيحة حديث نمبر( ٩٤ )

انهيءَ قسم جا ٻيا به شرڪي لفظ ۽ جملا مسلمانن جي زبانن تي عام ٿي ويا آهن مثال جي طور تي
آئون الله جي ۽ تنهنجي پناهه ۾ اچان ٿو
آئون الله تي ۽ تو مٿي ڀروسوڪندڙآهيان
هي الله جي ۽ تنهنجي طرفان آهي
منهنجو الله کان ۽ توکان سواءِ ڪوبه سهارو نه آهي
الله منهجو آسمانن ۾ تون منهجو زمين تي سهارو آهين
جيڪڏهن الله ۽ فلاڻو نه هجي ها ته (هيئن ٿي وڃي ها )
آئون اسلام مان تنگ ٿي ويوآهيان .....

اهڙي طرح اهي لفظ جنهن سان زماني جي يا زماني جي ڪنهن حصي جي برائي ڪئي وڃي .جيئن چيووڃي ته زمانو برو آهي ،هي لمحو منحوس آهي ، زمانو بيوفا آهي اهو زماني کي برو چوڻ الله کي ئي برو چوڻ آهي ڇوته الله ئي زماني کي خلقيو آهي
اهڙي طرح اهو نالو جنهن سان الله کان سواءِ ڪنهن ٻي جي بندگي جو اظهار ٿئي مثلا
عبد النبي (نبي جو ٻانهو ) عبد الرسول(رسول جو ٻانهو ) ، (عبد الحسين حسين جو ٻانهو ) (اهي سڀ شرڪي لفظ آهن
اهڙي طرح اسلامي سوشلزم اسلامي جمهوريت ،وعوام جي راءِ الله جي راءِ آهي دين الله جي لاءِ ۽ ملڪ سيني جي لاءِ عرب قوم جي نالي تي انقلاب جي نالي تي .....
مٿي ڄاڻايل جديد اصطلاحون ۽ نعرا به توحيد جي عقيدي جي خلاف آهن .اهڙي طرح ڪنهن انسان کي "شهنشاهه" "حاڪمن جوحاڪم " لقب ڏيڻ يا ڪنهن منافق کي عزت وارو خطاب ( جناب ، سائين sir) ڏيڻ به حرام آهي .

---

[٢٠] بخاري مع الفتح ١١ /٥٣٦

اهــڙو لفــظ ”جيكــڏهن “ جــڏهن كــنهن ڏک،حســرت ۽ پشــيماني لاءِاستعمال كيووڃي (جيئن چيو وڃي تہ آئون ”جيكڏهن“ هن طرح كريان ها تہ ائين نہ ٿئي ها ) لفظ ”جيكڏهن “ ”كاش“ وغيره بہ شيطاني كمن جو دروازوكولي ڇڏيندا آهن
هن طرح بہ چوڻ جائز نہ آهي
” اي الله جيكڏهن تون چاهين تہ مون كي معاف فرماءِ “

## گنهگارن ۽ منافقن سان محفلون مچائڻ

كيترائي كمزور ايمان واراگنهگارن ۽ ڌوهارين سان مجلسون مچائيندا آهن كڏهن كڏهن تہ انهن مجلسن الله جي شريعت تي طعنا ڏيندا يا الله جي دين ۽ا لله جي نيک ٻانهن تي ٺٺي مذاق كندا آهن .
اهڙن ماڻهن جي محفلن جو حصوبنجڻ ناجائز ۽ حرام ۽ عقيدي كي خراب كندڙ عمل آهي .
الله تعالیٰ جو فرمان آهي
وَإِذَا رَأَيْتَ الَّذِينَ يَخُوضُونَ فِي آيَاتِنَا فَأَعْرِضْ عَنْهُمْ حَتَّى يَخُوضُوا فِي حَدِيثٍ غَيْرِهِ وَإِمَّا يُنْسِيَنَّكَ الشَّيْطَانُ فَلَا تَقْعُدْ بَعْدَ الذِّكْرَى مَعَ الْقَوْمِ الظَّالِمِينَ (سورة الانعام ٦٨)
”جڏهن توهان انهن كي ڏسو تہ اسان جي آيتن بابت اجايو بحث كن ٿا تہ توهان انهن كان منهن موڙيو جيستائين ان كان علاوه كنهن ٻي ڳالهہ بابت بحث نہ كن ۽ جيكڏهن توكي شيطان وساري تہ پوءِ ياد اچڻ تي انهن ظالم ماڻهن سان نہ ويهہ “
اهڙي صورتحال ۾ انهن سان مجلسن ۾ ويهڻ بالكل بہ جائز نہ هجي پلي ويجها مائٿ بهترين سلوک كندڙ منين زبانن وارائي چونہ هجن پر جيكڏهن كو ماڻهو انهن مجلسن ۾ انهن ڳالهين جي رد كرڻ (يا انهن جي اصلاح ) جي نيت سان ويهڻ ۾ كوبہ حرج نہ آهي

پر انهيءَ ننڍي مذاق تي راضي رهي چپ رهڻ جي صورت ۾ وڃڻ جائز نہ آهي.
الله تعالىٰ جو فرمان آهي
فَإِنْ تَرْضَوْا عَنْهُمْ فَإِنَّ اللَّهَ لَا يَرْضَى عَنِ الْقَوْمِ الْفَاسِقِينَ سورة التوبه :٩٦
جيڪڏهن توهان انهن سان راضي ٿي ويا تڏهن بہ الله انهن گنهگارن سا راضي نہ ٿيندو

## نمازن ۾ سڪون جو نہ هجڻ

وڏن گناهن مان هڪ گناه هيءُ بہ جونماز ۾چوري ڪئي وڃي رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ :
قَالَ رَسُولُ اللَّهِ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ أَسْوَأُ النَّاسِ سَرِقَةً الَّذِي يَسْرِقُ مِنْ صَلَاتِهِ قَالُوا يَا رَسُولَ اللَّهِ وَكَيْفَ يَسْرِقُ مِنْ صَلَاتِهِ قَالَ لَا يُتِمُّ رُكُوعَهَا وَلَا سُجُودَهَا
رسول ﷺ جن فرمايوماڻهن ۾ سڀ کان بروچوراهوآهي جيڪو نماز جو چورآهي صحابه ڪرام عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ! ڪو شخص پهنجي نماز ۾ڪيئن چوري ڪري سگهي ٿو پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ اهو نماز جو چور آهي جيڪو نماز جا رڪوع ۽ سجدا نٺو ڪري " [٢١]

نماز ۾ بي سڪوني رڪوع ۽ سجدي ۾ ۽ رڪوع مان پٺ کي سڌو نہ ڪرڻ اهڙي طرح ٻن سجدن ۾ سڌ سنئون ٿي نہ وهڻ اهي سب غلطيون عام ۽ اڪثر نمازين ۾ موجود آهن ان ڪري شايد ئي ڪا اهڙي مسجد هجي جيڪا ان قسم جي نمازين کان خالي هجي جڏهن تہ معاملي ۾ سستي انتهائي خطرناڪ آهي

[٢١] مسند احمد ٥ / ٣١٠ صحيح الجامع ٩٩٧

رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ
لَا تُجْزِئُ صَلَاةُ الرَّجُلِ حَتَّى يُقِيمَ ظَهْرَهُ فِي الرُّكُوعِ وَالسُّجُودِ
” ڪنهن شخص جي نمازان وقت تائين نہ ٿيندي جيستائين هو پهنجي پٺيءَ کي رڪوع ۽ سجدي ۾ سڌو نہ ڪري “(٢٢)
ابو عبد الله الاشعربيان ڪري ٿو تہ
رسول الله جن صحابہ ڪرام کي نماز پڙهائي پوءِپاڻ ﷺ ڪجھ صحابہ ڪرام سان گڏ ويهي رهيا انهي دوران هڪ شخص آيو ۽ نماز پڙهڻ شروع ڪيائين جلدي جلدي رڪوع ڪيائين ۽ سجدي ۾ ٺونگون هڻي رهيو هو
نبي ﷺ جن فرمايو تہ
« أترون هذا، من مات على هذا مات على غير ملة محمد ، ينقر صلاته كما ينقر الغراب الدم ، إنما مثل الذي يركع وينقر في سجوده كالجائع لا يأكل إلا التمرة والتمرتين ، فماذا تغنيان عنه

هن کي ڏسو ٿا ؟ جيڪوبہ انهي وانگر نماز پڙهندي مئو تہ محمدي طريقي کان سواءِ جنهن ٻي طريقي تي مئو اهو نماز ۾ اهي ٺونگون هڻندو آهي جيئن هڪ ڪانگ رت ۾ٺونگون هڻندوآهي جيڪوجلدي جلدي رڪوع ڪري ۽ سجدي ۾ٺوگوڻ هڻي ٿو ان ماڻهون جو مثال انهيءَ بکئي وانگر آهي جيڪو هڪ يا ٻہ کجور کائي ٿو ڇا اهي کجورون فائدو ڏينديون ان جي بک کي مٽائينديون ؟(٢٣)

يقينا اهوهڪ ناجائز عمل آهي رڪوع ۽ سجدي ۾ پنهنجي پٺ کي سڌو نہ ڪندڙ ڏمڪي ۽ سزا جومستحق آهي
زيد بن وهب بيان ڪري ٿو تہ حذيفه جن هڪ شخص کي ڏٺو تہ هوءُ رڪوع ۽ سجدا پورا نہ پيوڪري پاڻ ڪيس فرمايو تہ جيڪڏهن تون

[22] ابو داؤد ١ / ٥٣٣ صحيح الجامع ٧٢٢٤
[23] صحيح ابن خريمه ١ /٣٣٢ تفصيل ڏسندا صفة صلاة النبي للالباني

مرين وئين ان دين فطرت تي نہ مرندين جنهن تي الله تعالیٰ محمد ﷺ کي پيدا فرمايو(٢٤)
سڪون سان نمازنہ پڙهندڙ کي جيئن هن مسئلي جو علم ٿئي تہ جنهن نماز جو وقت هجي تہ ان کي ٻيهر سڪون سان پڙهي وٺي ،باقي ماضي ۾ پڙهيل نمازن لاءِ الله کان بخشش گهري باقي انهن کي ٻيهر پڙهڻ جي ضرورت نہ آهي جيئن تہ نبي ﷺ جن ٻي سڪونيءَ سان نماز پڙهندڙ کي فرمايو تہ
ارجع فصل فانک لم تصل   تون نماز ٻيهر پڙهہ بي شڪ تو نماز ناهي پڙهي
(يعني رسول الله ﷺ جن فقط اهائي نماز موٽائڻ جو حڪم ڪيو )

## نمازن ۾ ٻيجا ۽ گهٽي حرڪت ڪرڻ

هن مصيبت کان اڪثر نمازي بچيل نہ چوجو اهي الله جي فرمان تي عمل پيرا نٿا ٿين
وَقُومُوا لِلَّهِ قَانِتِينَ
”۽ لله لاءِفرمانبردار ٿي بيهو “ البقره(٢٣٨)
الله تعالیٰ جي هن فرمان کي نٿا سمجهن جنهن فرمايوويو
قَدْ أَفْلَحَ الْمُؤْمِنُونَ (١) الَّذِينَ هُمْ فِي صَلَاتِهِمْ خَاشِعُونَ (٢)سورة المومنون ١-٢
”بي شڪ اهي مؤمن ڪامياب ٿيا جيڪي پنهنجي نمازن ۾عاجزي ڪن ٿا “
جڏهن نبي ﷺ جن کان پڇيو ويو تہ پاڻ سجدي دوران مٽي(ڪنڪرين ) وغيره کي هٽائي سگهجي ٿوپاڻ ﷺ جن فرمايوتہ
لَا تَمْسَحْ وَأَنْتَ تُصَلِّي فَإِنْ كُنْتَ لَا بُدَّ فَاعِلًا فَوَاحِدَةٌ تَسْوِيَةَ الْحَصَى

[24] بخاري مع الفتح ٢ /٢٧٤

نماز دوران متي وغيره كي هٽائي سگهجي ٿو پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن ائين ڪرڻ لازمي بنجي وڃي تہ صرف هڪ دفعي ئي زمين کي هموار ڪري سگهجي ٿو "[٢٥]
علماء ڪرام فرمائين ٿا بغير ڪنهن ضرورت جي مسلسل حرڪتون نماز کي باطل ڪري ڇڏينديون آهن جيڪي ماڻهو نماز ۾ بي جا حرڪت ڪن ٿا ڪڏهن ٽائيم ڏسن ٿا ،ڪڏهن ڪپڙا نيڪ ڪن ٿا ، ڪڏهن نڪ ۾ آگر وجن ٿا ڪڏهن ساڄي ۽ کابي ڏسن ٿا ڇا انهن کي انهي ڳالھ جو ڊپ نٿوٿئي تہ انهن جي نظرن کي ختم ڪيو وڃي يا شيطا ن انهن جي نماز مان هڪ وڏو حصو ڇني وٺي

## مقتدي جو ڄاڻندي ٻجهندي امام کان اڳرائي ڪرڻ

تڪڙ ڪرڻ انسان جي فطري عادت آهي الله تعالىٰ جو فرمان آهي تہ :
وَكَانَ الْإِنْسَانُ عَجُولًا بني اسرائيل : ١١
رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ :
التاني من الله والعجلة من الشيطان
" وقار بردباري الله جي طرفان آهي ۽ تڪڙ شيطان جي طرفان آهي "[٢٦]
پر نماز ۾ انسان ساڄي ۽ کابي طرف بيهندڙ ڪيترن ئي نمازين کي ڏسي ٿو تہ هو رڪوع ، سجدي ، تڪبيرن ۽ سلام ڦيرڻ ۾ امام کان جلدي ڪندا آهن خود ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي پاڻ کي بہ ان طرح ڪندي ڏسندوآهي امام کي جلدي ڪرڻ واري کي ڪيترائي نمازي

---

[٢٥] ابوداؤد ١/٥٨١صحيح الجامع حديث نمبر (٧٤٥٢)هن جي اصل صحيح مسلم معقيب کان منقول آهي

[٢٦] سنن الكبرىٰ للبيهقي ١٠ / ١٠٤ ، السلسلة الصحيح ١٧٩٥

ڪا بہ اهميت نہ ڏيندا آهن جڏهن تہ حديث ۾ انهيءَ جي باري ۾ سخت ڌمڪي موجود پاڻ ﷺ جن فرمايو :

أَمَا يَخْشَى الَّذِي يَرْفَعُ رَأْسَهُ قَبْلَ الْإِمَامِ أَنْ يُحَوِّلَ اللَّهُ رَأْسَهُ رَأْسَ حِمَارٍ

”جيڪو ماڻهو(رڪوع ۽ سجدي ۾) امام کان اڳ متومتي کڻي ٿو اهو هن ڳالهہ کان نٿو ڊجي تہ متان الله ان جي متي کي گڏھ جو متو بنائي ڇڏي“(٢٧)

جڏهن نماز لاءِ اچڻ وقت بہ سڪون ۽ وقار اختيار ڪرڻو آهي تہ پوءِ نماز ۾ سڪون ۽ وقار جو هجڻ تي ڪيتري قدر نہ لازمي آهي

فقيهن هن جي لاءِ هڪ بهترين قاعدو بيان ڪيوآهي اهي تہ مقتدي کي گهرجي مقتدي ان وقت حرڪت شروع ڪري جڏهن امام تڪبير چئي وني جڏهن (الله اڪبر )

الله اڪبر جي( ر) چئي وني مقتدي امام جي پيروي ۾ رڪوع ،قيام ۽ سجدي جي لاءِ حرڪت ڪري نہ اڳ جلدي ڪري نہ وري دير ڪري ائين ڪرڻ سان انهن غلطين جوسڌارو ٿي ويندو

نماز صحابہ ڪرام رسول الله ﷺ جن کان اڳتي نہ وڌڻ ۾ انتهائي درجي جو خيال ڪندا هئا براءِ بن عازب بيان ڪري ٿو :

أَنَّهُمْ كَانُوا يُصَلُّونَ خَلْفَ رَسُولِ اللَّهِ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ فَإِذَا رَفَعَ رَأْسَهُ مِنْ الرُّكُوعِ لَمْ أَرَ أَحَدًا يَحْنِي ظَهْرَهُ حَتَّى يَضَعَ رَسُولُ اللَّهِ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ جَبْهَتَهُ عَلَى الْأَرْضِ ثُمَّ يَخِرُّ مَنْ وَرَاءَهُ سُجَّدًا

صحابہ ڪرام رسول ﷺ جن جي اقتدا ۾ نماز پڙهندا هئا جڏهن رسول الله ﷺ جن رڪوع مان متو کڻندا هئا تہ جيستائيين پاڻﷺ جن پنهجي پيشاني سجدي ۾ نہ رکندا هئا تيستائين مون ڪوبہ اهڙو مقتدي نہ ڏٺو جنهن پهنجي چيلهہ جهڪائي هجي پاڻ ﷺ جن ڪانپوءِ سجدو ڪندا هئا.(٢٨)

---

[27] مسلم ١ / ٣٢٠ -٣٢١

[28] مسلم حديث نمبر (٤٧٤) ط عبد الباقي

جڏهن نبي ﷺ هن پوڙهائپ جي عمر کي پهتا ته جسم جي حرڪت ۾ ڪجهه ڪمزوري پيدا ٿي وئي پاڻ ﷺ جن نمازين کي خبردار ڪندي فرمايو ته :

عن ابی هريرة قال سمعت رسول الله صلی الله عليه وسلم يقول يا ايها الناس انی قد بدنت فلا تسبقوني بالركوع والسجود

اي انسانؤ !منهجو جسم ڳروٽي پيو آهي انڪري رڪوع ۽ سجدي ۾ مون کان اڳرائي نه ڪريو[29]

كَانَ رَسُولُ اللَّهِ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ إِذَا قَامَ إِلَى الصَّلَاةِ يُكَبِّرُ حِينَ يَقُومُ ثُمَّ يُكَبِّرُ حِينَ يَرْكَعُ ...ثُمَّ يُكَبِّرُ حِينَ يَهْوِي ثُمَّ يُكَبِّرُ حِينَ يَرْفَعُ رَأْسَهُ ثُمَّ يُكَبِّرُ حِينَ يَسْجُدُ ثُمَّ يُكَبِّرُ حِينَ يَرْفَعُ رَأْسَهُ ثُمَّ يَفْعَلُ ذَلِكَ فِي الصَّلَاةِ كُلِّهَا حَتَّى يَقْضِيَهَا وَيُكَبِّرُ حِينَ يَقُومُ مِنْ الثِّنْتَيْنِ بَعْدَ الْجُلُوسِ

رسول الله ﷺ جن جڏهن نماز پڙهڻ جوارادوڪيائون ته سڌو بيهي ڪري الله اڪبر چيائون ،پوءِ رڪوع ۾ويندي الله چيائون پوءِ سجدي ۾جهڪڻ وقت الله اڪبر چيائون پوءِ سجدي مان اٿندي وقت الله اڪبر چيائون پوءِ بي سجدي ۾ وڃڻ وقت الله اڪبر چيائون پوءِ بي سجدي مان اٿندي وقت الله اڪبر چيائون پوءِ پاڻ ﷺ انهي طرح باقي نماز ادا ڪيون ۽ ٻن رڪعتن ڪانپوءِ ٽي رڪعت لاءِ اٿڻ وقت الله اڪبر چيائون[30]

جيڪڏهن امام سجدي يا ۾رڪوع وڃڻ جي حالت سان گڏ تڪبير چوي ۽ مقتدي مٿي بيان ڪيل طريق جي پابندي ڪري ته جماعت جي معاملي جي اصلاح ٿي ويندي .

[29] البيهقي ٢ /٤٨٤ علامه الباني هن کي حسن قرار ڏنوآهي ( ارواء الغليل ٢ / ٢٩٠ )

[30] بخاري حديث نمبر ٧٥٦ ط .البغا

## بصر ،ٿوم يا ٻي ڪا ٻي بدبورا شيءِ کائي مسجدِ۾ اچڻ

الله تعالىٰ جو فرمان آهي :

يَا بَنِي آدَمَ خُذُوا زِينَتَكُمْ عِنْدَ كُلِّ مَسْجِدٍ

ترجمو :اي آدم جا اولاد ! نمازمسجد ۾ حاضر ٿيڻ وقت سنواروارين شيون استعال ڪريو **الاعراف** :٣١

جَابِرَ بْنَ عَبْدِ اللَّهِ زَعَمَ أَنَّ النَّبِيَّ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ قَالَ مَنْ أَكَلَ ثُومًا أَوْ بَصَلًا فَلْيَعْتَزِلْنَا أَوْ قَالَ فَلْيَعْتَزِلْ مَسْجِدَنَا وَلْيَقْعُدْ فِي بَيْتِهِ

جابر جن کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ”جنهن بہ ڪچوبصر يا ٿوم کاڌي تہ ان کي گهرجي تہ اسان کان الڳ ٿي وڃي يا فرمايون تہ ان کي گهرجي اسان جي مسجد کان پري رهي ۽ پنهجي گهر ۾ وينو رهي“[٣١]

عَنْ جَابِرِ بْنِ عَبْدِ اللَّهِ عَنْ النَّبِيِّ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ قَالَ مَنْ أَكَلَ مِنْ هَذِهِ الْبَقْلَةِ الثُّومِ و قَالَ مَرَّةً مَنْ أَكَلَ الْبَصَلَ وَالثُّومَ وَالْكُرَّاثَ فَلَا يَقْرَبَنَّ مَسْجِدَنَا فَإِنَّ الْمَلَائِكَةَ تَتَأَذَّى مِمَّا يَتَأَذَّى مِنْهُ بَنُو آدَمَ [٣٢]

جابررضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ : ” جنهن بہ ٿوم يا بصر يا ڪراٿ ( بصرجي هڪ قسم يا انهي سان ملندڙ هڪ بدبوداررياجي آهي) کاڌي تہ اهو هرگز اسان جي مسجد ويجهو بہ نہ اچي بيشڪ ملائڪن کي بہ ان شيءِ کان تڪليف ٿيندي آهي جنهن شيءِ سان انسانن کي تڪليف ٿيندي آهي .“

**سيدنا عمر بن خطاب هڪ ڏينهن خطبو ڏيندي فرمايو:**

أَيُّهَا النَّاسُ تَأْكُلُونَ شَجَرَتَيْنِ لَا أَرَاهُمَا إِلَّا خَبِيثَتَيْنِ هَذَا الْبَصَلَ وَالثُّومَ لَقَدْ رَأَيْتُ رَسُولَ اللَّهِ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ إِذَا وَجَدَ رِيحَهُمَا مِنْ الرَّجُلِ فِي الْمَسْجِدِ أَمَرَ بِهِ فَأُخْرِجَ إِلَى الْبَقِيعِ فَمَنْ أَكَلَهُمَا فَلْيُمِتْهُمَا طَبْخًا

---

[٣١] بخاري مع الفتح ٢/٣٣٩

[٣٢] مسلم ١/٣٩٥

”اي انسانو! توهان بدبوء پيدا كندڙ بوٽا بصر ۽ ٿوم كائو ٿا مون رسول الله ﷺ جن کي ڏٺو تہ پاڻ ﷺ جن انهي ماڻهو کي مسجد مان كڍي بقيع طرف روانوكري ڇڏيندا هئا جنهن مان بصر يا ٿوم جي بدبو ايندي هئي .پوءِ جيكوبہ انهن کي كائڻ چاهي ٿو ان کي گهرجي تہ انهن جي پچائڻ سان انهن جي بدبوء ختم كري “(٣٣)

اهڙي طرح كجھ ماڻهو كم كار ڊيوٽي تان فورا مسجدن ۾ ايندا آهن انهن جي بغلن ۽ جورابن جي مان نكرندڙ بدبوءَ جي لاءِ بہ ساڳيو مثيون حكم آهي

انهي كان برو عمل سگريٽ پيئندڙن جو آهي جيكي سگريٽ پئي مسجد پهچي ويندا آهن جتي الله جي پانهن نمازين ۽ ملائكن تكليف ڏيندا آهن .

# زنا

عزت ۽ نسل جي حفاظت كرڻ دين اسلام جو اهم ۽ بنيادي مقصد آهي

الله تعالىٰ جو فرمان آهي تہ :

وَلَا تَقْرَبُوا الزِّنَا إِنَّهُ كَانَ فَاحِشَةً وَسَاءَ سَبِيلًا (٣٢)

(سورة بني اسرائيل ٣٢ )

”زنا کي هر گز بہ قريب نہ وڃو بيشك اها بدكاري ۽ برو رستوآهي “

بلك شريعت پردي ،نگاهن کي جهكائڻ جهڙن حكمن ۽ عورت سان اكيلائپ اختيار كرڻ جي منع سان زنا جي ذريعن کي بہ هميشہ جي لاءِ بند كري ڇڏيو آهي شادي شده زاني جي سخت سزا جو حكم ڏنو آهي تہ مرڻ تائين ان تي پٿروسايا وڃن تہ جيئن هن جي جسم جي هر

٣٣ مسلم ٣٩٦/١

عضووي کي سزا ملي جن هن کي انهي شيطاني عمل ذريعي لطف اندوز ڪيو غير شادي شده جي شريعت ۾ سزا هيءَ آهي تہ ان کي سؤ ڪوڙا هنيا وڃن ان سزا کان علاوه اها خواري الڳ (روحاني سزا) جو هن کي مسلمانن جي هڪ وڏي هجوم ۾ اها سزا ڏني ويندي ۽ اهڙي طرح هن کي هڪ سال جلاوطن جهڙي سزا بہ هن جي خواري ۾ اضافو ڪندي .

مرڻ ڪانپوءِ برزخي زندگي ۾ ان جي سزا هيءَ آهي جو زانين کي هڪ باھ جي اهڙي تندور ۾ وڌو ويندو جنهن جو منهن تنگ ۽ هنيون حصو ڪشادو هوندو جڏهن باھ ٻاري ويندي تہ اهي رڙيون ڪندي ان تندور جي منهن تائين اچي ويندا جڏهن اها ڪجهہ جهڪي ٿيندي تہ هيٺ هليا ويندا اها سزا انهن کي قيامت تائين ٿيندي رهندي .

جيڪڏهن ڪو انسان جنهن کي الله وڏي زندگي ڏني پوڙهائپ ۽قبر جي ڪنڌي تائين پهچڻ ڪانپوءِ انهي بدڪاري کان نٿو رڪجي تہ انهي جو ڏوھ بدترين ۽ تمام گهڻوقابل مذمت آهي

ابوهريره جن کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ

ثَلَاثَةٌ لَا يُكَلِّمُهُمْ اللَّهُ يَوْمَ الْقِيَامَةِ وَلَا يُزَكِّيهِمْ قَالَ أَبُو مُعَاوِيَةَ وَلَا يَنْظُرُ إِلَيْهِمْ وَلَهُمْ عَــذَابٌ أَلِيمٌ شَيْخٌ زَانٍ وَمَلِكٌ كَذَّابٌ وَعَائِلٌ مُسْتَكْبِرٌ

الله تعالیٰ ٽن ماڻهن سان قيامت جي ڏينهن نہ ڳالهائيندو

(١)پوڙهو زاني

(٢)ڪوڙو حاڪم

(٣) تڪبر ڪندڙ ڪنگال([٣٤])

زاني عورت جي اها ڪمائي جيڪا هن زنا جي ذريعي سان ڪمائي آهي ها بد ترين ڪمائي آهي .

زاني عورت جي اڌ رات گذرڻ وقت بہ دعا قبول نہ ٿيندي جنهن وقت دعا جي قبوليت جي لاءِ

[٣٤] صحيح لمسلم ١ /١٠٢-١٠٣

دروازا کوليا ويندا آهن(٣٥)
باقي الله جي حدن کي پامال ڪرڻ لاءِ مسڪيني ۽ مجبوريءَ جي بهاني ڪابہ شرعي حيثيت حاصل نہ آهي .
پراڻي زماني جي هيءَ چوڻي ڪيتري قدرسچي آهي تہ !
تجوع الحرة ولاتاكل بثديها فكيف بفرجها
جڏهن پاڪ دامن عورت بک تہ برداشت ڪندي پر پنهجي ڇاتي جي ڪمائي نہ کائيندي تہ پوءِ شرمگاهہ جي ڪمائي ڪيئن ٿي کائي سگهي اڄ جي زماني ۾ بدڪاري جاسمورا دوازا کلي ويا آهن، شيطان پنهجي چالن ۽ چيلن ذريعي ان کي انتهائي آسان بنائي ڇڏيوآهي گنهگارن ۽ مجرمن بہ شيطان جو ڀرپور ساٿ ڏنو آهي جنهن جي ڪري بي پردگي ،نظر جوغلط استعال ،عورتن ۽ مردن جي ميلاپ ،بي حيائي ڦهلائيندڙ ناول ،رسالا ،ڊائجسٽ ،بي حيائي سان ڀريل فلمون ۽ بي حياء ملڪن لاءِ گهڻو سفر ڪرڻ عزتن جي پامالي بدڪاري جي بازار جو عروج حرام ٻارن جي گهٽائي ٻار ضايع ڪرائڻ يا قتل ڪرائڻ جهڙا بدترين گناهہ عام ٿي ويا آهن اي الله ! تون پنهنجي رحمت ۽ ٻاجهہ سان اسان جي گناهن کي ڍڪ ۽ هر قسم برائي کان پري رهڻ جي توفيق عطاء فرما اي الله ! اسان ۽ حرام ڪمن جي وچ ۾ هڪ وڏي رڪاوٽ پيدا فرماءِ.

## هم جنس پرستي(Sodomy)

قوم لوط جو گناهہ هي جو هي جوڪرن سان پنهنجي جنسي خواهش کي پوروڪندا هئا جيئن الله تعاليٰ جو فرمان آهي

٣٥ صحيح الجامع حديث نمبر (٢٩٧١)

وَلُوطًا إِذْ قَالَ لِقَوْمِهِ إِنَّكُمْ لَتَأْتُونَ الْفَاحِشَةَ مَا سَبَقَكُمْ بِهَا مِنْ أَحَدٍ مِنَ الْعَالَمِينَ (٢٨) أَئِنَّكُمْ لَتَأْتُونَ الرِّجَالَ وَتَقْطَعُونَ السَّبِيلَ وَتَأْتُونَ فِي نَادِيكُمُ الْمُنْكَرَ العنكبوت٢٨ ،٢٩

” ۽ لوط کي ( پهنجي قوم جي طرف نبي بنائي موڪليو سين ) جڏهن هن پنهنجي قوم کي چيو تہ اوهين اهو بيحيائيءَ جوڪم ڪندا آهيو جو اوهان اڳ جهان وارن مان ڪنهن بہ نہ ڪيو آهي ؟ ۽ واٽ تي ڦرلٽ ڪريوٿا ۽ پنهجي مجلسن ۾ اهوڪڌوڪم ڪريو ٿا پر سندس قوم جو وراڻي هن جواب ڪا ن سواءِ ٻي نہ هئي تہ جوچيائون تہ جيڪڏهن سچن مان آهين تہ عذاب کي آڻ “

هن عمل جي بڇڙي ،قابل مذمت ۽ خطرناڪ هجڻ جي ڪري الله تعالیٰ هي ڪڌو ڪم ڪندڙن کي چار سزائون ڏنيون.

(١)انهن کي انڌو ڪيو ويو.

(٢)انهن جي وسندي کي اونڌو ڪيو ويو .

(٣)انهن متي چهنبدار پٿريون وسايون ويون

(٤)انهن کي هاڻۓ ڏاريندڙ رڙ سان ماريوويو.

اهي سزائون الله تعالیٰ ڪنهن ٻي قوم ڳڏي نازل نہ فرمايون

هن شريعت جي راجح قول جي مطابق اهڙي ڪڌي ڪم ڪندڙ کي تلوار سان قتل ڪيو وڃي ڪندڙ ۽ ڪرائيندر ٻنهي جي اهاسزا پر پر اها سزا ڪرائيندڙ کي ان وقت ڏني ويندي جڏهن هو ان برائي تي راضي هجي

عَنِ ابْنِ عَبَّاسٍ قَالَ

قَالَ رَسُولُ اللَّهِ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ مَنْ وَجَدْتُمُوهُ يَعْمَلُ عَمَلَ قَوْمِ لُوطٍ فَاقْتُلُوا الْفَاعِلَ وَالْمَفْعُولَ بِهِ

ابن عباس کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنهن کي توهان لوط جي قوم وارو ڪڌو عمل ڪندي ڏسو تہ ٻنهي ڪندڙ ۽ ڪرائيندڙ کي قتل ڪريو “[٣٦]

[٣٦] مسند احمد ١ /٣٠٠ ، صحيح الجامع حديث نمبر (٦٥٦٥)

هن زماني ۾ انهي بدڪاري جي ڪري اهڙيون لاعلاج بيماريون پيدا ٿي ويون آهن جيڪي اڳين ماڻهن ۾ نہ هيون هن زماني ۾ طاعون ۽ ايڊز جهڙيون بيماريون بہ انهي جي ڪارڻ آهن
هن مان هيءَ ڳالهہ واضح ٿي تہ اسلام ۾ هن ڪڏي ڪم جي ايتري قدر سخت سزا مقرر ڪرڻ شريعت جي حڪمت پريوهجڻ جو دليل آهي.

## زال جو سواءِ ڪنهن عذر شرعي جي همبستري ڪان انڪارڪرڻ

ابوهريرة ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ
إِذَا دَعَا الرَّجُلُ امْرَأَتَهُ إِلَى فِرَاشِهِ فَأَبَتْ فَبَاتَ غَضْبَانَ عَلَيْهَا لَعَنَتْهَا الْمَلَائِكَةُ حَتَّى تُصْبِحَ
”جڏهن ڪو شخص پنهنجي زال کي همبستري لاءِ آماده ڪري ٿو پر هوءَ انڪار ڪري ٿي ۽ اهو شخص ناراضگي ۾ رات گذاري تہ صبح تائين ملائڪ ان عورت تي لعنت ڪن ٿا.“(٣٧)

ڪيتريون ئي عورتون جن جو جڏهن پهنجي مڙس سان جهڳڙو ٿي پوندو آهي تہ پنهنجي گمان مطابق مڙس کي سزا ڏيڻ لاءِ ان کي ويجهو بہ اچڻ نہ ڏينديون آهن
هن سان وڏيون وڏيون برايون پيدا ٿين ٿيون مڙس يا زنا جهڙي حرام ڪم جو ارتڪاب ڪندو آهي يا ڪڏهن ڪڏهن وري عورت جي تدبير بلڪل برعڪس ثابت ٿيندي آهي جو ان جو مڙس ٻي شادي جي بابت سنجيدگيءَ سان سوچڻ لڳندو (عورت جي طرفان ڏنل سزا خود انهيءَ عورت جي سزا جو سبب بنجي وئي )

---

[٣٧] بخاري مع الفتح ٦ / ٣١٤

انڪري عورت تي لازمي تہ جڏهن بہ ڪيس سندس مڙس همبستري لاءِ آماده ڪري تہ ان جي ضرورت ڪي پوروڪري ائين ڪرڻ سان نبي ﷺ جن جي هن فرمان تي عمل ٿيندو. پاڻ ﷺ جن فرمايو :

إذا دعا الرجل امرأته إلى فراشه فلتجب و إن كانت على ظهر قتب

” جڏهن مڙس پنهجي زال کي همبستري لاءِ گهرائي تہ ان کي لازمي آهي تہ ان جي ڳالھ کي مڃي پلي هوءَ اٺ جي پاکڙي تي سوار هجي.“(٣٨)

پر جيڪڏهن عورت بيمار آهي يا اميد سان آهي يا ڪنهن ٻي تڪيلف مان مبتلا آهي تہ مڙس تي لازمي آهي تہ هو ان جو خيال ڪري تہ جيئن ٻنهي جي وچ ۾ محبت ۽ اتفاق باقي رهي تہ جيئن ٻنهي ۾ ڪنهن قسم جو اختلاف پيدا نہ ٿئي .“

## عورت طرفان طلاق جو بي جا مطالبو

ڪيترين ئي عورتون يا تہ معمولي اختلاف جي ڪري يا خواهش جي مطابق مال نہ ملڻ جي ڪري مڙس کان طلاق جو مطالبوڪنديون آهن يا ڪڏهن ڪڏهن فتني باز مائٽن ۽ ساهيڙين جي ڀڙڪائڻ جي ڪري اهو مطالبو ڪندي ۽ مڙس جي ذهن کي جهنجوڙيندڙ لفظن سان چيلنج ڪندي مثلا :

تون واقعي مرد آهين تہ طلاق ڏيئي ڇڏ

هي ڳالھ سيني کي معلوم آهي تہ طلاق جي ڪري خاندان جي تباهي اولاد جي بد اخلاق ٿيڻ جهڙيون خرابيون پيدا ٿينديون آهن ڪڏهن ڪڏهن تہ عورت طلاق کان پوءِ پڇتائيندي آهي پرانهيءَ پڇتائڻ جو

---

[٣٨] زوائد البزار ٢ / ١٨١ صحيح الجامع ٥٤٧

جو ڪوبہ فائدو نہ آهي .انڪري ڪنهن عذر ڪان سواءِ شريعت طلاق ڪي حرام قرار ڏنوآهي

ثوبان ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو

أَيُّمَا امْرَأَةٍ سَأَلَتْ زَوْجَهَا الطَّلَاقَ مِنْ غَيْرِ مَا بَأْسٍ فَحَرَامٌ عَلَيْهَا رَائِحَةُ الْجَنَّةِ

جنهن بہ عورت سواءِ ڪنهن عذز جي مڙس ڪان طلاق گهري تہ ان تي جنت جي خوشبو بہ حرام آهي.([٣٩])

عقبه بن عامر ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ :

إِنَّ الْمُخْتَلِعَاتِ وَالْمُنْتَزِعَاتِ هُنَّ الْمُنَافِقَاتُ

ڪنهن عذر ڪان سواءِ خلع (طلاق جومطالبو ) ڪندڙ ۽ هن (تعلق ) مان( سواءِ عذر ) جي جوٽڪارو حاصل ڪندڙ عورتون منافق هونديون آهن."([٤٠])

پر جيڪڏهن ڪو عذر شرعي موجود آهي مثلا

مڙس بي نمازي آهي ، يا نشائي آهي يا عورت ڪي ڪنهن حرام ڪم تي مجبور ڪري ٿويا عورت ڪي سخت سزائون ڏيئي ان تي ظلم ڪري ٿو يا انهي جا شرعي حق ادا نٿو ڪري ۽ سمجهائڻ سان ڪوبہ فائدو نہ ٿيو ۽ سمجهائڻ جون سموريون ڪوششون ناڪام ويون تہ عورت تي ڪوبہ گناه نہ ٿيندو تہ هوءَ پنهنجي پاڻ يا دين ڪي بچائڻ جي لاءِ طلاق جومطالبوڪري .

## الظهار

جهالت جا زماني جي ڪيترائي لفظ مسلمانن عام تي ويا آهن انهن مان هڪ ظاهر بہ آهي يعني مڙس پنهنجي زال ڪي چئي تہ تون منهنجي لاءِ ماءُ جي پٺ وانگر آهين يا چوي تہ منهنجي لاءِ ڀيڻ وانگر

---

[٣٩] مسند احمد ٥ / ٢٧٧ ،صحيح الجامع (٢٧٠٣)

[٤٠] المعجم اللكبير للطبراني ١٧ / ٢٧٠٣

آهين انهن لفظن کي شريعت ۾ سخت ناپسند قرار ڏنو ويو آهي ڇوتہ اهي عورت تي ظلم آهن (دل آزاري جو سبب آهن )
الله تعاليٰ جو فرمان آهي

الَّذِينَ يُظَاهِرُونَ مِنْكُمْ مِنْ نِسَائِهِمْ مَا هُنَّ أُمَّهَاتِهِمْ إِنْ أُمَّهَاتُهُمْ إِلَّا اللَّائِي وَلَدْنَهُمْ وَإِنَّهُمْ لَيَقُولُونَ مُنْكَرًا مِنَ الْقَوْلِ وَزُورًا وَإِنَّ اللَّهَ لَعَفُوٌّ غَفُورٌ

جيڪي پنهنجي زالن کي ماء ڪوٺي ويهندا آهن اهي زالون انهن جون مائرون نہ آهن سندن مائرون تہ اهي آهن جن کين ڄڻيو آهي بي شڪ اهي اڻ ڄڃائيندڙ (بري) ڳالهہ ۽ ڪوڙ ڪندا آهن
المجادلة

(٢) وَالَّذِينَ يُظَاهِرُونَ مِنْ نِسَائِهِمْ ثُمَّ يَعُودُونَ لِمَا قَالُوا فَتَحْرِيرُ رَقَبَةٍ مِنْ قَبْلِ أَنْ يَتَمَاسَّا ذَلِكُمْ تُوعَظُونَ بِهِ وَاللَّهُ بِمَا تَعْمَلُونَ خَبِيرٌ (٣) فَمَنْ لَمْ يَجِدْ فَصِيَامُ شَهْرَيْنِ مُتَتَابِعَيْنِ مِنْ قَبْلِ أَنْ يَتَمَاسَّا فَمَنْ لَمْ يَسْتَطِعْ فَإِطْعَامُ سِتِّينَ مِسْكِينًا ذَلِكَ لِتُؤْمِنُوا بِاللَّهِ وَرَسُولِهِ وَتِلْكَ حُدُودُ اللَّهِ وَلِلْكَافِرِينَ عَذَابٌ أَلِيمٌ (٤)

جيڪي پنهنجي زالن کي ماء ڪوٺي ويهندا آهن پوءِ انهن پنهنجي ڪيل ڳالهہ واپس ورتائون تہ (پوءِ) انهن تي (زال ۽ مڙس ) هڪ ٻئي کان ڇهڻ کان اڳ تہ (لازمي آهي ) هڪ غلام آزاد ڪن انهي (حڪم) سان اوهان کي نصيحت ڪئي وڃي ٿي ۽ جيڪي ڪجھ ڪندا آهيو تنهن جي الله خبر رکندڙ آهي .جيڪوشخص( غلام آزاد ڪرڻ جي طاقت) نتو پائي تہ ان جي ذمي (زال ۽ مڙس ) هڪ ٻئي کان ڇهڻ کان اڳ تہ ٻن مهنين جا لڳاتار روزا آهن ۽ جيڪو (روزن جي طاقت ) نتو پائي تہ سٺ مسڪينن کي کاڌو کارائي تہ جيئن توهان الله ۽ ان جي رسول جي حڪم جي فرمانبرداري ڪريو ائي الله جون مقرر ڪيل حدون آهن ۽ ڪافرن جي ڏکوئيندڙ عذاب آهي .
المجادلة

## عورت سان حيض جي ڏينهن ۾ همبستري ڪرڻ

الله تعاليٰ جو فرمان آهي :

وَيَسْأَلُونَكَ عَنِ الْمَحِيضِ قُلْ هُوَ أَذًى فَاعْتَزِلُوا النِّسَاءَ فِي الْمَحِيضِ وَلَا تَقْرَبُوهُنَّ حَتَّى يَطْهُرْنَ البقره :٢٢٢

اي پيغمبر ! توکان حيض جي (حکم ) جي باري ۾ پڇن ٿا تہ کين فرماءِ تہ اها پليتي آهي تنهن کري زالن سان حيض ۾ پري رهو ايستائين کين ويجها نہ وڃوجيستائين پاڪ ٿين

عورت جي حيض مان پاڪ ٿي غسل ڪرڻ کان اڳ مڙس لاءِ جائز نہ آهي تہ ان سان همبستري جيئن الله

تعاليٰ جو فرمان آهي تہ

فَإِذَا تَطَهَّرْنَ فَأْتُوهُنَّ مِنْ حَيْثُ أَمَرَكُمُ اللَّهُ

" ۽ جڏهن اهي پاڪ ٿي وڃن تہ انهن وٽ ان جڳہ وٽان اچو جنهن جو الله جو اوهان کي حکم ڏنو آهي ."

رسول الله ﷺ جن جو فرمان آهي هن ڪڏي ڪم جي بدترين هجڻ جو واضح دليل آهي :

مَنْ أَتَى حَائِضًا أَوْ امْرَأَةً فِي دُبُرِهَا أَوْ كَاهِنًا فَقَدْ كَفَرَ بِمَا أُنْزِلَ عَلَى مُحَمَّدٍ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ

"جنهن زال سان حيض دوران يا ان جي پنئين عضووي ۾ همبستري ڪئي يا نجومي ،پوپي (ياجادوگر ) وٽ آيو ۽ ان جي ڳالهہ سچو ڪي سمجهيائين تہ محمد ﷺ تي نازل ٿيل ڪتاب قرآن جو انڪارڪيو."

جنهن جهالت ۽ هن مسئلي کان اڻ ڄاڻائي جي ڪري حيض جي حالت ۾ همبستري ڪئي ان تي ڪوبہ ( ڪفارو) نہ ٿيندو بلڪ جنهن مسئلو معلوم هجڻ کان پوءِ ائين ڪيو تہ جن علماء ڪرام جي نزديڪ وٽ ڪفاري جي حديث صحيح آهي ڪفاري جي ادائيگي جو حکم ڏين ٿا پر ڪفاري جي ادائگي جي قائل علماء ۾ڪفاري جي مقدار ۾ اختلاف آهي

ڪجهہ علماء جي فتويٰ جي مطابق چاهي تہ اڌ دينار ڏي چاهي تہ پوروڊينار ڏي

ڪجھ عالمن جي فتوىٰ جي مطابق جيڪڏھن حيض جي ابتدائي ڏينهن ۾ ۽ گھٽي ھجڻ وقت ھمبستري ڪيائين تہ ھڪ دينارۦ جيڪڏھن آخري ڏينهن ۾ يا پاڪائي واري غسل ڪان اڳ آيو تہ اڌ دينار ڏيندو(٤١)
ڪجھ جاهل ، ڪمزرو ايمان پنهنجي زال جي پٺئين عضووي قضا حاجت پوري ڪرڻ جي جڳھ ۾ جماع ڪرڻ ڪان بہ نہ ڪيبائيندا آھن جڏھن تہ اھو ڪڏو ڪم ڪبيره گناھ اھي رسول الله ﷺ جن ائين ڪندڙ کي لعنتي قرار ڏنو آھي
ابوھريره روايت ڪي ٿو تہ رسول الله جن فرمايو تہ
ملعون من أتىٰ امرأة في دبرھا "
اھوشخص لعنتي آھي جيڪو پنهنجي زال جي پٺئين عضوي ۾ جماع ڪري ٿو
بلڪ پاڻ ﷺ جن فرمايو:
ڪيتريون ئي سليم فطرت واريون پاڪ دامن عورتون انھيءِ غير فطري طريقي ڪان انڪار ڪنديون آھن
پر ڪجھ مڙس پنهجي زالن کي انھيءَ حرام ڪم تي راضي نہ ھجڻ کي طلاق جي ڌمڪي ڏيندا آھن
ڪجھ عورتون علماء ڪان مسئلا معلوم ڪرڻ ۾رحيا محسوس ڪنديون آھن انڪري ان جا مڙس انھيءَ ڪڏي ڪم جي حلال ھجڻ جو دوڪو ڏيندا آھن .
ڪڏھن ڪڏھن تہ ھن آيت جي ذريعي دوڪو ڏيڻ جي ڪوشش ڪندا آھن
نِسَاؤُكُمْ حَرْثٌ لَكُمْ فَأْتُوا حَرْثَكُمْ أَنَّى شِئْتُمْ
" اوھان زالون اوھان جي لاءِ پوڪ آھن ان ڪري پهنجي پوڪ ۾ جيئن چاھيو اتان اچو ."

[41] مسند احمد ٢/ ٤٢٩ ،صحيح الجامع حديث نمبر (٥٩٣٩)

هي ۽ ڳالهه تہ سيني کي معلوم آهي تہ سنت قرآن جي وضاحت ڪري ٿي انڪري سنت اسان کي اهوئي سمجهائي ٿي تہ اڳئين طرف کا ن اچي يا پنئين طرف کان اچي پر جماع اولاد پيدا ٿيڻ واري جڳهہ ۾ ڪري اها ڳالهہ واضح آهي تہ پنيبون عضوو اولاد پيدا ڪرڻ جي لاءِ نہ هوندو آهي پر قضا حاجت پورو ڪرڻ لاءِ هوندوآهي شادي جي پاڪائي واري زندگي ۾ هن ڪئي ڪم جو سبب انهن عادتن کان توبہ ڪرڻ کان سواءِ شادي ڪرڻ آهي جيڪي جنسي عادتن يا سيڪسي فلمون جيڪي جاهل معاشري مان ورثي ۾ ملنديون آهن .

## زالن جي وچ ۾ انصاف نہ ڪرڻ

شيطان جي تہ اها پرپور ڪوشش هوندي آهي تہ ماڻهن کي فتني ۾ حرام جي ڪمن ۾ مبتلا ڪري.

انهيءَ ڪري الله تعالىٰ پهنجي فرمان جي ذريعي خبردار ڪيو آهي تہ :

يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا لَا تَتَّبِعُوا خُطُوَاتِ الشَّيْطَانِ وَمَنْ يَتَّبِعْ خُطُوَاتِ الشَّيْطَانِ فَإِنَّهُ يَأْمُرُ بِالْفَحْشَاءِ وَالْمُنْكَرِ سورة النور : ٢١

شيطان انسان جي جسم ۾ رت وانگر گردش ڪري ٿو غير محرم عورت سان اڪيلائپ ، برائي ۾ وجهڻ جي لاءِ شيطان جو هڪ وڏو ذريعو آهي .

انڪري شريعت هن برائي جي هن ذريعي جو خاتمو ڪري ڇڏيو رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ :

قَالَ لَا يَخْلُوَنَّ رَجُلٌ بِامْرَأَةٍ إِلَّا كَانَ ثَالِثَهُمَا الشَّيْطَانُ

”ڪوبہ شخص جڏهن ڪنهن اجنبي عورت سان اڪيلائي اختيار ڪندوآهي تہ انهن ۾ٽيون شيطان هوندو آهي.“(٤٢)

٤٢ ترمذي ٣ /٤٧٤ ،مشكاة المصابيح (٣١١٨)

ابن عمر  جن روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ :

.................................................

”اڄ جي ڏينھن ڪانپوءِ ڪوبہ شخص  ڪنھن بہ اڪيلي عورت وٽ نہ اچي پر انھي سان گڏ ھڪ يا وڌيڪ ماڻھو گڏھجن .“
انڪري ڪنھن بہ انسان جي لاءِ جائز نہ آھي تہ ڪنھن عورت سان اڪيلائي اختيار ڪري پلي اھا عورت ياجائي يا نوڪرياڻي ئي ڇونہ ھجي اھڙي طرح  بيمار عورت جو اڪيلي سر وڃڻ بہ جائز نہ آھي .“پر  ڪجھ ماڻھو پنھنجو پاڻ يا ڪنھن ٻي تي ڀروسو ڪندي انتھائي غفلت ڪندا آھن جنھن جي ڪري زنا جھڙي بدڪاري يا ان جي ذريعي نسب نامي جو خلط ملط ۽ حرام اولاد جھڙا ڀيانڪ نتيجا نڪرندا آھن .“

## اجنبي عورتن سان ھٿ ملائڻ

اسان جي معاشري ۾ ڪجھ اھڙيون اجتماعي رسمون رائج ٿي ويون جيڪي شريعت جي بالڪل خلاف آھن ايتري قدر جو ماڻھن جي برين عادتن جي انڌي پيروڪاري  الله جي حڪمن تي غالب ٿي وئي آھي .
ايستائين جو جيڪڏھن توھان ڪنھن کي شرعي حڪم ٻڌايو يا دليلن سان مسئلو واضح ڪريو تہ جواب ۾ توھان کي قدامت پسندي ( يا بنياد  پسندي ، شدت پسندي ، دھشتگرد) رشتا ٽوڙيندڙ صاف نيت تي شڪ ڪندڙ ، جھڙا طعنا ٻڌڻا پوندا
بھر حال اجنبي عورت سان ھٿ ملائڻ ھڪ بري عادت آھي جھالت پريل سماجي زندگي جي انڌي تقليد آھي
چاچي جي ڌيءُ ،پڦيءَ جي ڌيءُ ، ماسي جي ڌيء ،چاچي  ياجائي ،مامي سان ھٿ ملائڻ پاڻي پيئڻ کان وڌيڪ آسان سمجھيو ويو

پر شرعي طور جيڪڏهن هن مسئلي جي خطرناڪي تي غور ڪن تہ ڪڏهن بہ ائين نہ ڪن

"لأَنْ يُطْعَنَ فِي رَأْسِ أَحَدِكُمْ بِمِخْيَطٍ مِنْ حَدِيدٍ خَيْرٌ لَهُ مِنْ أَنْ يَمَسَّ امْرَأَةً لا تَحِلُّ لَهُ"

رسول الله ﷺ جن فرمايو :

" توهان مان ڪنهن جي متي ۾ لوهہ جي سوئي جو نشانو لڳايو تہ هي هن لاءِ ڪنهن عورت کي ڇهڻ کان وڌيڪ بهترآهي."(٤٣)

ڪنهن غير محرم عورت کي ڇهڻ هٿن جو زنا آهي

رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ :

الْعَيْنَانِ تَزْنِيَانِ وَالْيَدَانِ تَزْنِيَانِ وَالرِّجْلَانِ تَزْنِيَانِ وَالْفَرْجُ يَزْنِي

(حرام شين کي ڏسڻ سان ) اکيون بہ زنا ڪنديون آهن ،(حرام شين کي ڇهڻ) هٿن جو زنا آهي ،(حرام ڪمن ڏانهن وڃڻ ) پيرن جو زنا آهي ۽ شرمگاهہ بہ زنا ڪندي آهي."(٤٤)

اهڙي طرح پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ :

اني لا اصافح النساءَ

" آئون عورتن هٿ نہ ملائيندو آهيان ."

عائشه جن بيان فرمائي ٿي تہ :

وَلَا وَاللَّهِ مَا مَسَّتْ يَدُهُ يَدَ امْرَأَةٍ قَطُّ

الله جوقسم! (بيعت ۾ ) پاڻ ﷺ جن ڪنهن عورت جي هٿ نہ ڇهيو ،پاڻ ﷺ جن عورتن سان بيعت بہ زباني وٺندا هئا(٤٥)

هتي انهن ماڻهن کي خبردار ڪيو وڃي ٿو تہ جيڪي پنهجي ڀاءُ سان هٿ نہ ملائڻ جي ڪري طلاق جي ڌمڪي ڏيندا آهن .هتي هيءِ بہ معلوم هجڻ گهرجي تہ ڊائريڪٽ هٿ ملائڻ يا درميان ڪو ڪپڙو وغيره رکڻ جو ڪوبہ فائدو نہ آهي ٻنهي صورتن ۾ هٿ ملائڻ حرام آهي.

---

[٤٣] طبراني ٢٠ / ٢١٢ ، صحيح الجامع (٤٩٢١)

[٤٤] مسلم ٣ / ١٤٨٩

[٤٥] مسلم٣ / ١٤٨٩

# عورت جو خوشبو لڳائڻ

عورت جو خوشبو لڳائي مردن وٽان لنگهڻ هڪ عام معمولي ڳالهه بڻجي وئي آهي جڏهن تہ نبي ڪريم ﷺ جن هن ڪان تمام گهڻو روڪيو جڏهن نبي ﷺ جو فرمان آهي تہ

أَيُّمَا امْرَأَةٍ اسْتَعْطَرَتْ ثُمَّ مَرَّتْ عَلَى الْقَوْمِ لِيَجِدُوا رِيحَهَا فَهِيَ زَانِيَةٌ

جيڪا بہ عورت ڪجھ ماڻهن وٽان گذري ٿي اهي ان جي خوشبو کي محسوس ڪن تہ اها زاني عورت آهي(٤٦)

ڪجھ عورتون هن مسئلي ۾ ايتري قدر بي پرواهي جو شڪار آهن جو اهي خوشبو لڳائي ڊرائيور ، دڪاندار ، اسڪول جي گيٽ ڪيپر وٽان گذرنيديون آهن پر شريعت هن مسئلي ۾ ايتري قدر سختي ڪئي آهي تہ جيڪڏهن ڪا عورت گهر ۾ خوشبو لڳائي ۽ پوءِ ٻاهر وڃڻ جو ارادو ڪري يا پلي مسجد وڃڻ جو اردوهجيس تڏهن پهريائين غسل ڪري ان خوشبو جي اثر کي ختم ڪري

نبي ﷺ جن جو فرمان آهي تہ :

أَيُّمَا امْرَأَةٍ تَطَيَّبَتْ ثُمَّ خَرَجَتْ إِلَى الْمَسْجِدِ لِيُوجَدَ رِيحُهَا لَمْ يُقْبَلْ مِنْهَا صَلَاةٌ حَتَّى تَغْتَسِلَ اغْتِسَالَهَا مِنْ الْجَنَابَةِ

” جيڪا بہ عورت مسجد ڏانهن خوشبو لڳائي ويئي تہ تہ جيئن انجي خوشبو محسوس ٿئي تہ ان جي نماز ان وقت تائين قبول نہ ٿيندي جيستائين اها جنابت واروغسل نہ ڪري ."(٤٧)

اسين الله وٽ شڪايت ڪريون ٿا تہ اڄلڪهہ شادي ۽ نڪاح جي تقريبن ۾عورتون ڪيتري قدر خوشبو استعمال ڪنديون آهن ،اهي عورتون بازارن ،گاڏين ،هجومن ،ايستائين جو رمضان جي راتين ۾

---

٤٦ مسند احمد ، صحيح الجامع ١٠٥

٤٧ مسند احمد ٢ / ٤٤٤ صحيح الجامع ٢٧٠٣

مسجدن ۾ بہ پر ڪشش خوشبو استعال ڪنديون آهن اسلامي شريعت ۾ عورت خوشبو  اهڙي استعمال ڪري جنهن جو رنگ ظاهر ۽ خوشبو لڪيل هجي الله ڪان دعا آهي تہ الله اسان ڪي پهنجي عذاب ڪان محفوظ رکي ڪجھ بي سمجھ مردن ۽ عورتن جي گناهن جي ڪري نيڪ مردن ۽ عورتن جي پڪڙ نہ ڪري .

## اڪيلي عورت جوسفر ڪرڻ

بخاري ۽ مسلم ۾ابن عباس ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ

” ڪابہ عورت محرم ڪانسواءِ سفر نہ ڪري“

هي حڪم هر قسم جي سفر ڪي شامل آهي ايستائين جو حج جي سفر ۾ بہ اهوئي حڪم آهي عورت جو اڪيلي سر سفر ڪرڻ اوباش قسم جي ماڻهن ڪي اياري ٿو تہ جيڪي هن جي پويان پئجي ويندا آهن عورت ذات ڪمزور آهي انڪري دوڪي ۾ اچي ويندي آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ هن جي عزت ۽ شرافت بہ داغدار ٿي ويندي آهي

اهڙي طرح جهاز ۾ بہ اڪيلي سر سفر ڪرڻ جائز نہ آهي يلي هڪ ايئرپورٽ تي ساٿنس ڪو رخصت ڪندڙ ۽ ٻي تي ڪو استقبال ڪنددڙ ئي چونہ هجي

جيڪڏهن جهاز ڪنهن فني  خرابي جي ڪري ڪنهن ٻي ايئرپورٽ تي لٿو يا دير ٿي وئي يا جهازجي اڏامڻ ۾ دير ٿي وئي تہ پوءِ هن اڪيلي عورت جي ڪير نگهباني ڪندو انهي قسم جا واقعا اڪثر پيش اچن ٿا

محرم جي لاءِ چار شرطون آهن

١ مسلمان هجڻ

٢ بالغ هجڻ

٣ عقلمند هجڻ
٤ مرد هجڻ
جيئن رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ :
عورت جو محرم ان جو پيءُ ، پٽ ، ڀاءُ يا مڙس يا هر اهو شخص آهي جنهن سان ان عورت جو نڪاح ڪرڻ حرام آهي(٤٨)

## اجنبي عورت ڪي ڏسڻ

الله تعالىٰ جو فرمان آهي :
قُلْ لِلْمُؤْمِنِينَ يَغُضُّوا مِنْ أَبْصَارِهِمْ وَيَحْفَظُوا فُرُوجَهُمْ ذَلِكَ أَزْكَى لَهُمْ إِنَّ اللَّهَ خَبِيرٌ بِمَا يَصْنَعُونَ (٣٠) وَقُلْ لِلْمُؤْمِنَاتِ يَغْضُضْنَ مِنْ أَبْصَارِهِنَّ وَيَحْفَظْنَ فُرُوجَهُنَّ
سورة النور ٣٠ – ٣١
رسول الله ﷺ جن جو فرمان آهي تہ
" "

"الله تعالىٰ جي طرفان حرام ڪيل (بري نظر) اک جي زنا آهي ."
ڪنهن بہ شرعي عذر جي ڪري ڪنهن غير محرم عورت ڪي ڏسڻ جائز نہ آهي جيئن ڪنهن شخص جو ڪنهن عورت جي لاءِ نڪاح جو پيغام موڪليو هجي ان ڪي ڏسڻ ،يا ڊاڪٽر جو بيمار عورت ڪي ڏسڻ جائز آهي.

## بي حيائيءَ تي راضي رهڻ

ابن عمر کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ

---
[٤٨] مسلم ٢ /٩٧٧

أَنَّ رَسُولَ اللَّهِ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ قَالَ ثَلَاثَةٌ قَدْ حَرَّمَ اللَّهُ عَلَيْهِمْ الْجَنَّةَ مُــدْمِنُ الْخَمْــرِ وَالْعَاقُّ وَالدَّيُّوثُ الَّذِي يُقِرُّ فِي أَهْلِهِ الْخَبَثَ " ٤٩

ٽن ماڻهن تي الله تعالىٰ جنت کي حرام ڪيو آهي
١ دائمي شرابي
٢ _والدين جو نافرمان
٣ ديوث جيڪو پنهنجي گهر وارن ۾ خباثت تيخاموشي اختيار ڪري

## پنهجي نسب کي تبديل ڪرڻ

ڪنهن بہ مسلمان جي لاءِ جائز نہ آهي تہ پنهجو پاڻ پهنجي پيءَ کان علاؤ ڪنهن بي شخص جي لاءِ منسوب ڪري يا پهنجي خانداني نسبت ڪنهن اهڙي خاندان سان ملائي جنهن سان هن جو ڪوبہ تعلق نہ آهي

ڪجھ ماڻهو پنهجي ذاتي مفاد جي لاءِ ڪوڙا سرٽيفڪٽ ونندا آهن ڪڏهن ڪڏهن ائين ٿيندوآهي تہ تہ پيءُ پنهجي اولاد کي ننڍي عمر ۾ ڇڏي ڏويندوآهي انڪري اولاد نفرت جي ڪري پنهجي نسبت ڪنهن بي شخص جي طرف ڪندا آهن نسب نامي کي تبديل ڪرڻ جو تمام صورتون حرام آهن

ائين ڪرڻ سان نڪاح ،ميراث ، محرميت ،جهڙن معاملن ۾ روڏو بگيڙ ايندو آهي

سعد ۽ ابوبڪره کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ جنهن ڄاڻي واڻي پهنجي پيءُ کان علاؤ ڪنهن بي شخص جي لاءِ پنهجي نسبت ڪئي تہ ان تي جنت حرام آهي

شريعت ۾ هر اهو معاملو حرام آهي جنهن سان نسب نامي ۾ تبديلي ۽ ڪوڙ جي ملاوٽ هجي

---

[٤٩] " مسند أحمد - ( ١١ / ١٥٣)٥١١٧ -

ڪجھ ماڻھو جڏھن زال سان جھڳڙوڪنداآھن تہ ان تي بدڪاري جو بي بنياد الزام لڳائيندي ٻارڪان لاتعلقي جو اظھار ڪندا آھن جڏھن تہ اھو ٻار انھي جي بستري تي پيدا ٿيو آھي

اھڙي طرح ڪجھ عورتون پنھجي مڙسن سان خيانت ڪندي بدڪاري ڪري ان جي نسب ۾ اھو ٻار بہ داخل ڪري ڇڏينديون آھن جيڪو ان جو حقيقي اولاد نہ ھوندو آھي ھن ٻاري ۾ تمام گھڻي سخت ڌمڪي ڏني وئي آھي

## وياج ڪائڻ

الله تعالي وياجين کان سواءِ ڪنھن بہ ٻي سان جنگ جو اعلان نہ فرمايو آھي

الله تعالیٰ جو فرمان آھي تہ :

يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا اتَّقُوا اللَّهَ وَذَرُوا مَا بَقِيَ مِنَ الرِّبَا إِنْ كُنْتُمْ مُؤْمِنِينَ (٢٧٨) فَإِنْ لَمْ تَفْعَلُوا فَأْذَنُوا بِحَرْبٍ مِنَ اللَّهِ وَرَسُولِهِ (٢٧٩) سورة البقره ٢٧٨ — ٢٧٩

اي ايمان وارؤ !الله کان ڊڃو جو ڪجھ وياج باقي رھيل آھي سو ڇڏي ڏيو جيڪڏھن اوھين مؤمن آھيو پوءِ جيڪڏھن ائين نہ ڪندؤ تہ الله ۽ ان جي رسول جي طرفان (توھان جي خلاف )جنگ جو اعلان آھي "

ھن گناھ جي بدترين ھجڻ جي لاءِ الله تعالیٰ جي ڌمڪي ئي ڪافي آھي حڪومتن ۽ انفرداي زندگين تي نظر رکندڙ ھر شخص ڄاڻي ٿو تہ وياجي معاملن ڪيتريون تباھيون مچائيون آھن مثلا:

بڪ ، افراط زر ، تفريط زر قرضن جي ادائيگي کان عاجز اچڻ اقتصادي صورتحال جو مفلوج ٿيڻ ،ڪيترن ئي ڪمپنين ۽ ادارن جي بربادي بي روزگاري جي شرح ۾ اضافو سخت محنت سان ڪمايل

آمدني وياجي قرضن ۾ ادا ڪرڻ سموري دولت جو چند سرمائيدارن جي هٿن ۾ اچي وڃڻ جنهن معاشري ۾ اونچ ۽ نيچ جهڙي طبقاتي جنگ جو پيدا ٿيڻ ۽

انهن برائين جي ڪري وياجي ڏي وٺ ڪندڙن کي ايتري قدر سخت ڌمڪي ڏني وئي آهي .

وياج جي معاملي ۾ بنيادي فريق يا سڌي طرح يا اڻ سڌي طرح سهڪار ڪندڙن کي نبي ﷺ جن جي زباني لعنتي قرار ڏنو ويو آهي .

جابر  کان روايت ته :

(عَنْ جَابِرٍ قَالَ

لَعَنَ رَسُولُ اللَّهِ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ آكِلَ الرِّبَا وَمُؤْكِلَهُ وَكَاتِبَهُ وَشَاهِدَيْهِ وَقَالَ هُمْ سَوَاءٌ)

”رسول الله ﷺ جن وياج کائيندڙ ۽ کارائيندڙ سودي معاملي جي ٻنهي گواهن ۽لکڻ واري تي لعنت ڪئي آهي فرمايائون ته اهي سڀ گناه ۾ برابر آهن.“(٥٠)

هن تي حديث جي ڪري وياجي معاملي جي لکت (ڪلرڪي )حساب ڪندڙ کي جو رڪاڊ رکڻ (رجسٽراري )

وصولي ڪندڙ ۽ ڏيندڙ ( مينجنگ يا ڪيشري ) اهڙي طرح انهي جي حفاظت ڪرڻ سهڪار جي ڪابہ صورت جائز نہ آهي .“

نبي ﷺ جن  تمام تاڪيد سان هن گناه جي برائي بيان ڪئي آهي :

ابن مسعود کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته :

وياج جا ٽيهتر قسم آهن،معمولي قسم جي وياج جو گناه ماءُ سان زنا جي برابرآهي “

اهڙي طرح پاڻ ﷺ جن فرمايوته جيڪو بہ ڄاڻي واڻي وياج جو هڪ درهم بہ کائي تہ هي ان جي لاءِ زنا کان ڇٽيهه دفعا وڌيڪ گناه آهي “

---

٥٠ مسلم٣ / ١٢١٩

وياج جوحرام هجڻ سيني جي لاءِ برابر آهي چاهي اهو وياجي معاملو امير يا غريب جي  وچ ۾

هي ڳالهه بہ مشاهدي ۾ آئي آهي تہ ڪيترائي امير هن وياج جي ڪري ڪنگال ٿي ويا وياج جومال ڪيترو بہ گهڻو چونہ هجي پر ان جي برڪت ختم ٿي ويندي آهي

نبي ﷺ جن فرمايو تہ

وياج يلي گهڻو پر ان جو انجام آخر نقصان ئي آهي

وياج هڪ بدترين گناهہ آهي پر الله تعاليٰ هن هن گناهہ مان توبہ ڪرڻ ان مان چوٽڪاري جو طريقو بہ ٻڌايو آهي

وَإِنْ تُبْتُمْ فَلَكُمْ رُءُوسُ أَمْوَالِكُمْ لَا تَظْلِمُونَ وَلَا تُظْلَمُونَ البقره : (٢٧٩)

”جيڪڏهن توها وياج کان توبہ ڪريو تا  توهان جي لاءِ اوهان جو اصل مال آهي نہ ظلم ڪريو نہ وري اوهان تي ظلم ڪيو وجي “

لازم آهي تہ هڪ مومن هن ڪبيري گناهہ کان بچي ۽ هن جي برائي جو بين ۾ شعور پيدا ڪري ايستائين جو انهن ماڻهن جي دلين ۾ شعور پيدا ڪري جيڪي بينڪن ۾ پيسو رکائين جو انهن کي اهو احساس ٿي وڃي تہ انهن جي لاءِ مال جي ضايع يا چوري ٿيڻ جهڙن خطرن  يعني انتهائي مجبوري جي حالت ۾ رکڻ  جائز آهي جيئن هڪ مجبور ماڻهو مردار کائيندو آهي گڏو الله تعاليٰ کان معافي گهري۽ وس آهر ان جو ڪو بيو انتظام ڪري ۽ انهن جي لاءِ پنهجي بينڪ جي کاتن جي عيوض وياج ونڻ جائز نہ آهي پر جيڪڏهن ڪنهن جي کاتي ۾ ڪا وياجي رقم اچي وئي آهي تہ ڪنهن جائز ڪم ۾ خرچ ڪري ان مان چوٽڪارو حاصل ڪري پر خيرات يا ثواب جي نيت نہ ڪري

چوتہ الله فقط پاڪ مال ئي قبول ڪندو آهي ۽ ڪنهن  بہ طريقي سان ان وياجي رقم مان فائدو حاصل نتو ڪري سگهجي نہ کائڻ ،پيئڻ، نہ لباس يا سواري يا گهر جي خريدڻ يا  پنهنجي ماءُ پيءُ ،زال يا ٻارن جي خرچي ۾ استعمال ڪرڻ جائز نہ آهي اهڙي طرح زڪوات جي

ادائيگي ، ٽيڪس جي ادائيگي يا پنهجي پاڻ تان ڪنهن ظلم کي ختم ڪرڻ ۾ استعمال نٿو ڪري سگهجي بلڪ الله کان ڊڄندي ان مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري .

## سامان جو عيب لڪائڻ

هڪ دفعي رسول الله ﷺ جن اناج جي ڪوڙي وٽان گذريا پاڻ ﷺ جن پنهجو هٿ مبارڪ ان اناج ۾ داخل ڪيو ته پاڻ ﷺ جن کي ان ۾ آلاڻ محسوس ٿي پاڻ ﷺ جن ان اناج جي مالڪ کان پڇيو ته

مَا هَذَا يَا صَاحِبَ الطَّعَامِ

هي آلائڻ ڪٿان آئي آهي

قَالَ أَصَابَتْهُ السَّمَاءُ يَا رَسُولَ اللَّهِ

ته ان عرض ڪيو اي الله جا نبي ﷺ مينهن وسڻ جي ڪري ان ۾ آلائڻ ٿي وئي آهي پاڻ ﷺ جن فرمايوته ته

قَالَ أَفَلَا جَعَلْتَهُ فَوْقَ الطَّعَامِ كَيْ يَرَاهُ النَّاسُ مَنْ غَشَّ فَلَيْسَ مِنِّي

پوءِ آلي اناج کي مٿي ڇونه رکيئي ؟ جنهن به دوکو ڪيو ان جو اسان ڪوبه تعلق نه آهي([٥١])

جن واپارين کي الله جو خوف نه هوندو آهي اهي سامان جو عيب لڪائڻ ۾ مختلف طريقا اختيار ڪندا آهن

جيئن عيب تي ڪا چپڪندڙ شيءِ لڳائي ، عيب واري سامان کي ٺيلهي ۾ سموري سامان کان هينيان رکڻ ،ڪيمايائي مادو استعال ڪري ان کي بظاهروڏيک بهتر بنائڻ يا وري اليڪٽرونڪ شين جي خراب آواز کي عارضي طور تي بند ڪرڻ جڏهن خريدار ان شيءِ کي ڪٺي گهر ايندو آهي ته اها جلدي خراب ٿي ويندي آهي ڪجهه دڪاندار ته مدي خارج ٿيڻ جي تاريخ کي به بدلائي ڇڏيندا آهن يا وري ڪجهه خريدار کي ان جي جانچ پڙتال ڪرڻ نه ڏيندا آهن ڪيترائي گاڏين يا

---

[٥١] مسلم ١ / ٩٩

انهن جي پرزن کي وڪڻندڙ کي انهن جي خرابي کي ظاهر نہ ڪندا آهن اهي سڀ صورتون حرام آهن نبي ﷺ جن فرمايو تہ
هڪ مسلمان ٻي مسلمان جو ڀاءُ آهي ان ڪري ڪنهن بہ مسلمان جي لاءِ جائز نہ آهي تہ هو ٻي مسلمان کي وضاحت ڪرڻ کان سواءِ ڪا عيب واري شيءِ وڪڻي ڏي."(٥٢)

ڪجھ ماڻھو اهو سمجھندا آهن تہ ڪجھ غير واضح لفظ چوڻ سان هنن جي ذميدري ختم ٿي ويندي مثلا گاڏي وڪڻندڙ چوي تہ لوھ جو ڍير وڪڻان ٿو پر انهن کي ياد رکڻ گھرجي تہ انهن جو واپار برڪت کان خالي هوندوآهي
نبي ﷺ جن فرمايوتہ :
الْبَيِّعَانِ بِالْخِيَارِ مَا لَمْ يَتَفَرَّقَا أَوْ قَالَ حَتَّى يَتَفَرَّقَا فَإِنْ صَدَقَا وَبَيَّنَا بُورِكَ لَهُمَا فِي بَيْعِهِمَا وَإِنْ كَتَمَا وَكَذَبَا مُحِقَتْ بَرَكَةُ بَيْعِهِمَا

"وڪڻندڙ ۽ خريداركي مجلس ما اٿڻ کان اڳ سودي ڦيرائڻ جو اختيار هوندو آهي پوءِ جيڪڏهن ٻنهي هڪ ٻئي سان سچ ڳالهايو ۽ وضاحت ڪئي تہ انهن جي انهي واپار ۾ برڪت ٿيندي پر جيڪڏهن عيب ڇپايائون يا ڪوڙ ڳالهايون تہ انهن جي واپار ۾ برڪت ختم ٿي ويندي آهي."(٥٣)

واپار يا نيلامي جي وقت ڪجھ ماڻھو وڻڻ جي نيت کان سواءِ ڪنهن شي ۽ کي گھٽي قيمت ۾ وڻڻ جي آفر ڪندا آهن يا نيلامي وقت وڏي ٻولي لڳائيندا آهن انهن جومقصد خريد ڪرڻ نہ هوندو پر اهي ٻين خريدارن کي وڏي قيمت تي وٺڻ جي لاءِ آماده ڪندا آهن رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ
"لا تناجشوا" ٥٤"

---

[٥٢] ابن ماجه ٢ / ٧٥٤ صحيح الجامع ٦٧٠٥

[٥٣] بخاري مع الفتح ٤ / ٣٢٨

[٥٤] بخاري انظرفتح الباري 484/10

دوکي جو واپار نہ ڪريو
ان ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ اهو طريقو جو دوکي جي هڪ صورت آهي نبي ﷺ جن فرمايو :
" المكر و الخديعة في النار " ٥٥
” سازش ۽ دوکو ددوزخ ۾ (وڃڻ جو سبب) آهن.“
مارڪيٽن ،نيلام گهرن گاڏين جي شورمن تي ڪيترن سودا ڪرائيندڙ ڪميش هولڊرن جي ڪمائي ناپاڪ حرام هوندي آهي انهن مان اڪثر تہ دوکي جو واپار ڪندا آهن مثلا خريدار کي دوکي ڏيڻ يا سامان وڪڻڻ واري کي ان اصل قيمت کان انتهائي گهٽ قيمت تي سامان وٺڻ پر جيڪڏهن اهو مال انهن جو هجي تہ معاملو برعڪس هجي يعني بيڻي يا ٽيڻي قيمت تي وڪن ها اهڙي طرح اهي الله جي بانهن کي دوکو ڏيئي نقصان ڏينداآهن ..

## جمعي جي ٻي اذان کان پوءِ وٺڻ ۽ وڪڻڻ

الله تعالیٰ جون فرمان آهي تہ :
يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا إِذَا نُودِيَ لِلصَّلَاةِ مِنْ يَوْمِ الْجُمُعَةِ فَاسْعَوْا إِلَى ذِكْرِ اللَّـهِ وَذَرُوا الْبَيْعَ ذَلِكُمْ خَيْرٌ لَكُمْ إِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُونَ سورة الجمعة
ڪيترائي دڪاندار جمعي جي ٻي اذان (جيڪا امام جو خطبو شروع ڪرڻ کان پهريائين ڏني ويندي آهي )[1]
ڪيترائي واپاري مسجد سامهون بانگ ٻڌڻ کان پوءِ بہ واپار ۾ مصروف رهندا آهن هنن سان گناهن ۾ اهي بہ شامل آهن جيڪي مسجد جي گيٽ تي ڏنڊڻ ووڪڻندا آهن ڪيترائي هوٽلن، ماني جي دڪانن ۽ ڪارخانن جا مالڪ جمعي نماز جي وقت بہ ملازمن کي

٥٥ السلسلة الصحيحة ١٠٥٧

ڪم ڪرڻ تي مجبور ڪندا آهن بظاهر تہ اهي پنهجو نفعو وڌائي رهيا آهن پر حقيقت ۾ وڏي نقصان ۾ آهن اهڙي طرح ملازمن تي نبي ﷺ جن جي هن فرمان جي پيروي ڪرڻ لازمي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ :

” لَا طَاعَةَ لِبَشَرٍ فِي مَعْصِيَةِ اللَّهِ “

”الله تعالیٰ جي نافرماني ڪرائڻ ۾ ڪنهن بہ انسان جي ڪابہ ڳالھ نہ مڃي ويندي.“[٥٦]

[1] پهرين بانگ سيدنا عثمان مديني جي آبادي وڌي وڃڻ جي ڪري مديني ۾ زوراء نالي هڪ چوڪ تي ڏياري تہ جيئن سيني کي اطلاع ملي پر انهيءَ بانگ جو نبي ﷺ جن، ابوبڪر ،عمر رضي الله عنهما جي زماني ڪوبہ ثبوت ڪونہ تو ملي اهوئي سبب هو جو ابن عمر انهي کي بدعت قرار ڏيندا هئا اسان جي لاءِ رسول اڪرمﷺ جي طريقي ۾ بهترين نمونو آهي. “ مترجم

# جوا

الله تعالیٰ جو فرمان آهي تہ

”يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا إِنَّمَا الْخَمْرُ وَالْمَيْسِرُ وَالْأَنْصَابُ وَالْأَزْلَامُ رِجْسٌ مِنْ عَمَلِ الشَّيْطَانِ فَاجْتَنِبُوهُ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُونَ “ المائده ٩٠

”بي شڪ شراب ،جوا ،بت ۽ تيرن سان فال ڪڍڻ شيطاني عمل آهي انهي ۽ کان بچو تہ جيئن توهان ڪامياب ٿيو.“ ا

اسلام کان اڳ جاهليت جي زماني جا ماڻهو جوا کيڏندا هئا انهن ۾ جوا جي رائج صورتن مان مشهور صورت هيءَ هئي تہ :

ڏهہ ماڻهوڪ اٺ جي خريداري ۾ ڀائيوار ٿيندا هئا پوءِ تيرن جي ذريعي سان پهنجوڀاڳ آزمائيندا هئا پر انهن مان ستن کي رائج

[٥٦] مسند احمد ١ / ١٢٩ احمد شاڪر مصري هن کي صحيح قرار ڏنو آهي هن جي اصل بخاري ۽ مسلم۾موجود آهي

طريقي جي مطابق مقرر ٿيل حصو ملندو هو پر باقي ٽن کي ڪجھ بہ نہ ملندو هو .

باقي هن زماني ۾ تہ جوا جون ڪيتريون ( جديد ) صورتون موجود آهن چند صورتون ذڪر ڪجن ٿيون

١ پرائيز بانڊ يا لاٽري

عام طور تي ماڻهو ڪجھ بانڊ يا سرٽيفڪٽ وٺندا آهن جن تي مخلتف قسام جي نمبرنگ پرنٽ ڪيل هوندي اهي انهن نمبرن جي مطابق لاٽري جي رقم ملندي آهي انهي جي رزلٽ جي پهريون ٻيو ۽ ٽيون نمبرحاصل ڪندڙن کي مختلف انعام ڏنا ويندا‌آهن .اها صورت واضح حرام آهي پوءِ انهيءِ کي چاهي ڪو پلو نالو ڇونہ ڏين

٢ خريد ڪيل سامان مان ڪنهن پڪي جو نڪرڻ يا خريداري وقت خريدار ڪو مخصوص نمبر ڏيڻ جنهن مطابق انعام ڪٽيندڙن جي تعين ڪيو ويندو آهي

٣ ويماپاليسي (Insurance)

ويمو ڪرائڻ بہ جوا جي هڪ صورت آهي

باھ کان يا ڪنهن تڪليف کان بچڻ لاءِ ،انشورنس بہ جوا جي هڪ شڪل آهي اڄڪلھ زندگين ، گاڏين ۽ مختلف شين ، ايستائين جو ڪجھ ڳائڻا پهنجي آواز جو انشورنس ڪرائيندا آهن انهيءَ کان علاوه ٻيون بہ ڪيتريون صورتون آهن .([٥٧])

اهي سڀ جوا جون صورتون آهن اڄڪلھ تہ هن گناھ جي لاءِ خاص ڪلب ۽ ادارا ۽ سنٽر قائم ٿي چڪا آهن جن هن گناه جي لاءِ سبز ٽيبل جي نالي تي اڏا مشهورآهن اهڙي طرح مختلف راندين فٽ بال (ڪرڪيٽ ، هاڪي )جي مقابلن (ٽورناميںٽ ۾ شرط ۽ بازي لڳائڻ بہ جوا جي هڪ صورت آهي . اهڙي طرح ڪجھ دڪانن ڪلبن ۽ تفريح

---

[٥٧] انشورنس جي تفصيلي حڪم لاءِ ڏسندا عربي رسالو مجلة البحوث الاسلامية شمارو نمبر:١٧، ١٩، ٢٠

جي جڳهين تي ڪجهه اهڙيون به رانديون ( Games ) وغيره هونديون آهن جيڪي جوا تي مشتمل آهن انهن مان هڪ فلپر گيم به آهي .

رانڌين جي مقابلن جي شرعي حيثيت

رانڌين جي مقابلن جون ٽي قسمون آهن

١) اهڙا مقابلا جنهن جو مقصد ديني هجي اهي انعام يا انعام کانسواءِ هر صورت ۾ جائز آهن (جهاد ۾ استعال ٿيندڙ)گهوڙن ،انن ۾ ( ڦڙتي پيدا ڪرڻ لاءِ )ڊوڙ جو مقابلو ڪرائڻ نشاني بازي جو مقابلو ڪرائڻ ،راجح قول جي مطابق شرعي علم ۾ رغبت ڏيارن لاءِ مقابلو ڪرائڻ جيئن حفظ قران جو مقابلو

(٢ )اهي مقابلا جن جو مقصد ته ديني نه آهي پر اهي جائز آهن جيئن فٽ بال ڊوڙ جو مقابلو وغيره پر انهن جي جائز هجڻ لاءِ هي شرط آهي ته نمازون ضايع نه ٿين ،جسم جو اهو حصو ظاهر نه ٿئي جنهن کي لڪائڻ واجب آهي.

٣ اهڙي ريت اهي مقابلا جيڪي حرام يا حرام جو ذريعو آهن جيئن حسن جو مقابلو باڪسنگ جو مقابلو جنهن ۾ چهري تي ماريووينداوآهي اهڙي طرح سڱن وارن گهيٽن کي ويڙهائڻ يا ڪڪڙن کي ويڙهائڻ جهڙ امقابلا به جائز نه آهن."

## چوري

الله تعالیٰ جو فرمان آهي ته :

{وَالسَّارِقُ وَالسَّارِقَةُ فَاقْطَعُواْ أَيْدِيَهُمَا جَزَاءِ بِمَا كَسَبَا نَكَالاً مِّنَ اللّهِ وَاللّهُ عَزِيزٌ حَكِيمٌ } المائدة / ٣٨.

چوري جي گناهن مان سڀ کا وڏو گناهه بيت الله جي حاجين جي چوري ڪرڻ آهي ۽ اهڙو چور الله جي زمين تي سڀ کان وڏيڪ ۽ افضل جڳهه ڪعبة الله ۾ رهڻ جي باوجود الله جي حدن کي حيثيت

**نئو ڏي جڏهن تہ نبي ﷺ نماز ڪسوف دوران دوزخ جي مشاهدي بابت فرمايو تہ**

(لقد جئ بالنار وذلكم حين رأيتموني تأخرت مخافة أن يصيبني من لفحها، وحتى رأيت فيها صاحب المحجن يجر قصبه [أمعاءه] في النار، كان يسرق الحاج بمحجنه [عصا معقوفة الطرف] فإن فطن له قال: إنما تعلق بمحجني، وإن غفل عنه ذهب به..)

منهجي سامهون دوزخ جي باهہ کي آندو ويو جنهن وقت توهان مون کي نماز ۾ ان باهہ جي تيزيءَ جي ڊپ کان پوئتي هٽندو ڏٺو متان اها مونکي نہ جلائي ايتسائين جو مون ان ڪندري (مڙيل لٺ ) واري کي ڏٺو جيڪو دورخ ۾ پنهنجا آندا گهيلي رهيو هو هن جو ڏوهہ هيءُ هو تہ انهي ڪندري مڙيل لٺ سان حاجين جو سامان چوري ڪندو هو جيڪڏهن حاجين کي خبر پوندي هئي تہ چوندو هو تنهجوسامان اوچتومنهجي لٺ ۾ ڦاسي پيو آهي پر جيڪڏهن حاجي کي خبر نہ پئجندي هئي تہ ان جو سامان ڪٽي ويندو هو. "[٥٨]

اهڙي طرح سڀ کان وڏي چوري هيءَ آهي تہ مسلمانن جي اجتماعي مالن کي چورايو وڃي هن گناهہ جو لاءِ فقط اهوئي بهانو پيش ڪندا آهن تہ اسين بہ ان مان ائين چوري ڪريون پيا جيئن ٻيا چوري ڪن پيا پر ايترو بہ ڪونہ ٿا سوچين سيني مسلمانن جي مال مان چوري ڪري رهيا آهن الله جي خوف کان محروم ماڻهن جي عمل کي دليل بنائڻ جائز نہ آهي ڪجهہ ماڻهو ڪافرن جومال چوري ڪندي هي دليل ڏيندا آهن تہ اهين تہ ڪافر آهن پر انهن جو اهو دليل پيش ڪرڻ بہ جائز نہ آهي ڇاڪاڻ جو فقط انهن ڪافرن جو مال لٽڻ جائز آهي جيڪي مسلمان سان جنگ ڪن ٿا ڪافرن جي باقي ڪمپنين يا سيني ڪافرن لاءِ اهو حڪم نہ آهي .چوري جي هڪ قسم هيءُ بہ آهي تہ ٻين جا خيسا ڪٽيا وڃن يا ٻين جي گهر مهمان بنجي انهن جي گهر مان چوري ڪئي وڃي ،ڪجهہ ماڻهو مهمانن جي بيگين مان سامان چوري

---

[٥٨] مسلم ٩٠٤.

ڪندا آهن ڪجھ ماڻھو ڪجھ تجارتي مرڪزن ۾ وڃي ڪو سامان پنهنجي ڪپڙن ۾ لڪائيندا آهن ڪجھ عورتون بہ ائين ڪنديون آهن ڪجھ ماڻھو سستين ۽ ننڍين شين جي چوري کي معمولي سمجھندا آهن

جڏهن تہ نبي ﷺ جن جو فرمان آهي تہ

لعن الله السارق يسرق البيضة فتقطع يده ويسرق الحبل فتقطع يده "

”اهڙي چور تي الله جي لعنت آهي جيڪو (شروع ۾ ) بيضوچوري ڪري ٿو(۽ چوري جو عادي بنجي وڃي آخرڪار انجام ۾ ) هٿ ڪٽائي ٿو ۽ اهڙي طرح ان شخص تي بہ الله جي لعنت هجي جيڪو (شروع ۾ هڪ رسي چوري ڪري (۽ چوري جو عادي بنجي وڃي آخرڪار انجام ۾ ) هٿ ڪٽائي ٿو. “([٥٩])

الله کان معافي گھرڻ ان ماڻھو تي واجب آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن جي ڪابہ شيءِ چوري ڪئي آهي چاهي ظاهر ظھور ان تائين پهچائي يا لڪيل يا ڪنهن بي شخص جي واسطي اصل مالڪ تائين پهچائي ۽ پر جيڪڏهن ڪوشش جي باوجود اهو اصل مالڪ نہ ملي تہ ان جي حق ۾ ثواب جي نيت ڪري خيرات ڪري ڇڏي .

## رشوت جي ڏي وٺ

ڪنهن حقدار جو حق مارڻ يا باطل کي رائج ڪرڻ جي لاءِ جج يا حڪم رشوت ڏيڻ ڪبيرو گناهہ آهي .چوتہ ان سان فيصلي ۾ ظلم حقدار کان حق کسجڻ جهڙيون بيون برائيون ڦهلجن ٿيون

الله تعاليٰ جو فرمان آهي

{وَلاَ تَأْكُلُواْ أَمْوَالَكُم بَيْنَكُم بِالْبَاطِلِ وَتُدْلُواْ بِهَا إِلَى الْحُكَّامِ لِتَأْكُلُواْ فَرِيقًا مِّنْ أَمْوَالِ النَّاسِ بِالإِثْمِ وَأَنتُمْ تَعْلَمُونَ}

البقرة/ ١٨٨.

---

[٥٩] بخاري ١٢ / ٨١

ابو هريرة  کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ
" لعن الله الراشي والمرتشي في الحكم "
رسو ل الله فيصلي ۾رشوت ڏيندڙ ۽ وٺندڙ تي لعنت ڪئي آهي(٦٠) هن زماني ۾ هيءَ برائي عام ٿي چڪي اهي ايستائين جو ڪيترن ئي ملازمن جي آمدني جو اهم ذريعو بڻجي وئي آهي بلڪي ڪجهہ ڪمپنين جي بجٽ ۾ رشوت بہ هڪ شق بنجي ويئي آهي ڪيترائي معاملا آهن جيڪي رشوت کان شروع ٿين ٿا ۽ رشوت تي ختم ٿين ٿا هن سان غريب طبقي کي انتهائي گهڻو نقصان پهتو آهي هن جي ڪري ڪيترين ئي براين جنم ورتو آهي ڪيترن ئي ملازمن جي خاتمي جو ذريعو بنجي ويئي آهي بهترين ڪم بہ ان جو ٿيندو آهي جيڪو رشوت ڏي ٿو ۽ جيڪو رشوت نٿوڏي ان جي ڪم کي حيثيت نٿي ڏني وجي بلڪ ان کي ڪافي دير ڪرائي وجي ٿي ڪيترائي رشوت ڏيندڙ جيڪي هن ڪانپوءِ ايندا آهن اهي هن کان پر هن کان ڪيتروئي اڳ پنهجو ڪم ڪرائي ويندا آهن هن رشوت جي ڪري ڪم جي اصل مالڪ  کي آمدني ۽ ان جو نفعو  ملڻ جي بجاءِ وڪڻندڙ ۽ وٺندڙ ايجنٽن کي ملي ويندو آهي انهن برائين جي ڪري نبي ﷺ جن انهن سمورن پائيوارن  تي لعنت ڪئي آهي عبد الله بن عمر کان روايت آهي تہ رسول الله  ﷺ جن فرمايو تہ
" لعنة الله على الراشي والمرتشي "
”رشوت ڏيندڙ ۽ وٺندڙ تي الله تعالىٰ جي لعنت آهي. “(٦١)

## زمين تي ناجائز قبضوڪرڻ

---

٦٠ أحمد ٣٨٧/٢ ،صحيح الجامع ٥٠٦٩.

٦١ ابن ماجة ٢٣١٣ ، صحيح الجامع ٥١١٤.

جڏهن ڪو ماڻهو الله جي عذاب کان بي خوف ٿي ويندو آهي تہ ان ماڻهو جي اها طاقت ۽ تدبير ان ماڻهو جي لاءِ وڏو جوکو بنجي ويندي آهي جنهن کي ٻين جي مالن تي قبضي ڪرڻ جي لاءِ استعمال ڪندو آهي.

ڪنهن زمين تي ناجائز قبضو ڪرڻ جي تمام گهڻي سخت سزا ٻڌائي ويئي آهي

عبد الله بن عمر کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو :

:" من أخذ من الأرض شيئا بغير حقه خسف به يوم القيامة إلى سبع أرضين "

جنهن ڪنهن جي زمين تي ناحق قبضو ڪيو تہ قيامت جي ڏينهن ان کي ستن زمينن جي اندر غرق ڪيو ويندو."(٦٢)

" أيما رجل ظلم شبرا من الأرض كلفه الله أن يحفره (في الطبراني: يحضره) حتى آخر سبع أرضين ثم يطوقه يوم القيامة حتى يقضى بين الناس "

"جنهن بہ ڪنهن جي زمين جي هڪ ٻاڙي بہ تي بہ ناجائز قبضو ڪيو تہ الله قيامت جي ڏينهن ان کي ست زمينون کوٽڻ جي سزا ڏيندو پوءِ ماڻهن جي وچ ۾ فيصلي ٿائين ان جي ڳچي ۾ ستن زمينن جو ڳٽ پهرايو ويندو."(٦٣)

اهڙي طرح قبضي جي نيت سان زمين جي حدن ۾ نشانين کي مٽائڻ جيئن مٽائيندڙ جي حصي ۾ پاسي واري جي زمين بہ شامل ٿي وڃي انهي باري رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ :

" لعن الله من غير منار الأرض "

"الله جي ان تي لعنت آهي جيڪو زمين جي نشانن ۾ حدن کي مٽائي ٿو."(٦٤)

---

٦٢ البخاري مع الفتح ١٠٣/٥.

٦٣ الطبراني في الكبير ٢٧٠/٢٢ ، صحيح الجامع ٢٧١٩

٦٤ مسلم بشرح النووي ١٤١/١٣.

# سفارش سببان تحفن جي ڏي وٺ

ٻانهي تي الله تعالىٰ جي نعمتن مان هڪ وڏي نعمت هي به آهي ته جو هن کي ماڻهن ۾ هڪ وڏومقام عطا ڪري ڇڏهن هو انهي نعمتن جو شڪر ڪندو هجي
انهيءَ نعمت جي شڪر ادا ڪرڻ جو هڪ ذريعو هيءُ به آهي ته انهيءَ سان مسمانن کي گهڻي کان گهڻو فائدوپهچائي مسلمان کي فائدي پهچائڻ جي لاءِ رسول الله ﷺ جن جو فرمان آهي :
مَنْ اسْتَطَاعَ مِنْكُمْ أَنْ يَنْفَعَ أَخَاهُ فَلْيَفْعَلْ
”جيڪو اوهان مان مسلمانن کي فائدو پهچائڻ جي طاقت رکي ٿو ته ان کي گهرجي ته هو انهن کي فائدو پهچائي“(٦٥)
هن جي مقام ۽ مرتبي جي فائدن مان هڪ فائدو هي به آهي ته:
جنهن به پنهنجي اثر رسوخ سان ڪنهن مسلمان تان ڪنهن ظلم کان ڇوٽڪارو ڏنو يا ناجائز يا حرام ڪم ڪرڻ کانسواءِ ڪنهن تي زيادتي ڪرڻ کانسواءِ سچي نيت سان ڪنهن مسلمان کي فائدوڏنائين ته يقينا اهڙو الله تعالىٰ وٽ تمام گهڻو اجر پائيندو جيئن رسول الله ﷺ جن فرمايو:
اشْفَعُوا تُؤْجَرُوا
”سفارش ڪريو ۽ ثواب پايو. “ (٦٦)
پر انهيءَ سفارش جي بدلي ۾ تحفو وغيره قبول ڪرڻ ناجائز آهي
ابو امامه رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته :
مَنْ شَفَعَ لِأَحَدٍ شَفَاعَةً فَأَهْدَى لَهُ هَدِيَّةً فَقَبِلَهَا فَقَدْ أَتَى بَابًا عَظِيمًا مِنْ الرِّبَا

[٦٥] مسلم ٤ /١٧٢٦

[٦٦] ابوداؤد ٥١٣٢ هي بخاري ۽ مسلم ۾ موجود آهي ڏسندا فتح الباري ١٠ / ٤٥٠ كتاب الادب باب تعاون المؤمنين بعضهم بعضا

”جنهن بہ ڪنهن شخص جي حق ۾ سفارش ڪئي ۽ سفارش ڪرائيندڙ ان سفارش تي سفارشي کي تحفو ڏنو جيڪڏهن ان قبول ڪري ورتو تہ اهو وياج جي هڪ وڏي دروازي ۾ داخل ٿيو ويو.“(٦٧)

ڪجھ ماڻهو نوڪريون ڏيارڻ جي عوض ۾ يا هڪ علائقي کان ٻئي علائقي ڏانهن ٽرانسفر ڪرائڻ جي لاءِ يا مريض کي علاج جون سهولتون ڏيارڻ جي لاءِ خود ئي ڪنهن شي يا رقم جي آفر ڪندا آهن راجح ڳالھ هيءَ آهي تہ اهو سڀ ابو امامہ گذريل حديث جي ڪري حرام آهي پر حديث جي ظاهر مان ثابت ٿئي ٿو تہ طئي ٿيل نہ بہ هجي تڏهن بہ اهو تحفو وٺڻ جائز نہ آهي نيڪي جو ڪم ڪندڙ جي لاءِ اهوئي ڪافي آهي تہ الله تعالیٰ ان کي ثواب ڏيندو

حسن بن سهل رحمہ الله وٽ هڪ شخص سفارش ڪرائڻ جي لاءِ آيو تہ پاڻ ان جي سفارش ڪئي جنهن جي ڪري ان جو ڪم ٿي ويو انهي تي اهو شخص حسن جو شڪرو ادا ڪرڻ لڳو حسن ڪيس چيو تہ تون ڪهڙي شي جو شڪريو ادا ڪرين ٿو اسين سمجهون ٿا تہ مقام ۽ مرتبي جي بہ هڪ زڪوات آهي جيئن مال جي زڪوات هوندي آهي انڪري تنهجي ڪم اچي مون پنهجو فرض ادا ڪيو آهي(٦٨)

هتي هي ڳالھ سمجهائڻ مناسب معلوم ٿئي ٿي تہ ڪنهن شخص پنهنجي معاملي جي پيروي يا سار سنڀال جي لاءِ ڪنهن تي اجرت تي رکيو آهي تہ هيءَ معاملو مزدور ڪم ڪرائڻ ۾ شمار ٿيندو هيءَ شرعي شرطن سان جائز آهي پر جيڪڏهن ڪو پنهجي مقام مرتبي يا سفارش کي استعمال ڪري مال ڪمائي تہ ان کان منع آهي

## مزدور کان پورو ڪم وٺڻ ۽ ان جو حق نہ ڏيڻ

[٦٧] مسند احمد ٥ / ٢٦١ صحيح الجامع ٦٢٩٢

[٦٨] الاداب الشرعية لابن المفلح ٢ / ١٧٦

نبي ﷺ جن مزدور جي حق ادائيگي جي تمام گهڻي تاڪيد ڪئي آهي

نبي ﷺ جن جو فرمان آهي

" أعطوا الأجير أجره قبل أن يجف عرقه "

مزدورن کي ان جو پگهر خشڪ ٿيڻ کان اڳ ان جي اجرت ادا ڪريو (٦٩)

مسلمانن جي معاشرن ۾ هڪڙوظلم هي بہ آهي تہ ڪجھ ڪم ڪندڙن ۽ مزدورن ۽ ملازمن کي انهن جا حق نٿا ڏنا وڃن

مزدورن تي ٿيندڙن ظلم جون چند صورتون هيٺ ڏجن ٿيون

١ جڏهن مزدور وٽ ڪا دلي نہ هجي تہ مزدور جي حق کان بلڪل انڪار ڪرڻ هن مزدور جوحق دنيا ۾ تہ ضايع ٿي ويو پر قيامت جي ڏينهن الله تعالىٰ وٽ بلڪل ضايع نہ ٿيندو

مظلومن جو مال کائيندڙ کي قيامت جي ڏينهن آندو ويندو تہ ان وقت هن جون سموريون نيڪيون مظلوم کي ڏنيون وينديون جيڪڏهن ظالم جون نيڪيون ختم ٿي ويون ۽ مظلوم جا حق باقي هوندا تہ تہ مظلوم جا گناھ ظالم تي وڌا ويندا پوءِ ظالم کي گهيلي دوزخ ۾ اڇلايو ويندو

٢ مزدور جوحق پورو نہ ڪرڻ بلڪہ ناحق طور هن جي پگهار گهٽ ڪرڻ جڏهن الله تعالىٰ جو فرمان آهي

(ويل للمطففين) المطففين/١

ماپ ۽ تور ۾ گهٽتائي ڪندڙن لاءِ بربادي آهي

انهن جو هڪ مثال هيءُ آهي تہ ڪجھ ڪم ڪرائيندڙن (ويزا موڪلي ) ٻاهرين ملڪن مان مزدور گهرائيندا آهن انهن سان طي ٿيل پگهار تي هڪ معاهدو ڪندا پوءِجڏهن اهي ملازم انهي معاهدي

---

٦٩ ابن ماجة ٨١٧/٢ ، صحيح الجامع ١٤٩٣.

مطابق ڪم شروع ڪندا آهن تہ اهي مالڪ انهي معاهدي جي فارم ۾ تبديلي ڪري پگهار گهٽ ڪري ڇڏيندا آهن مزدور مجبور ٿي ڪري انهي گهٽ پگهار تي ڪم ڪندو آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ پنهنجو حق بہ ثابت نہ ڪري سگهندا آهن ۽ پنهنجي معاملي جي شڪايت الله وٽان ڪندا آهن جيڪڏهن مالڪ مسلمان هجي ۽ مزدور ڪافر هجي تہ مسلمان انهي مزدور تي انهيءَ طرح ظلم ڪري تہ اهوسلوڪ ان مزدور جي اسلام قبول ڪرڻ جي راه ۾ رڪاوٽ بڻجي ويندو آهي ۽ اهڙو مالڪ انهي مزدور جي اسلام قبول نہ ڪرڻ جي ڪري گنهگار ٿيندو آهي

٣ مزدور تي مقرر ٿيل ڪم ڪان وڌيڪ اضافي ڪم ونڻ يا ڪم جومدو وڌائڻ مثال جيڪڏهن مقرر ٿيل ٽائيم اٺ ڪلاڪ هو پر ڪم ٻارنهن ڪلاڪ ونڻ ۽ مقرر ٿيل وقت کا وڌيڪ اوور ٽائيم جي اجرت بہ نہ ڏيڻ."

٤ مزدور جي حقن جي ادائيگي ۾ ٽال مٽول ڪرڻ ۽ مزدور جي طرفان تمام گهڻي ڪوشش ،شڪايت عدالت ۾ ڪيس ڪرڻ جي باوجود هن کي پگهار نہ ڏيڻ ڪڏهن ڪڏهن تہ مالڪ جي نيت هيءَ بہ هوندي آهي تہ مزدور ٿڪجي پنهنجو حق نہ وٺي ۽ پگهار جو مطالبو نہ ڪري يا مالڪ انهن جون پگهارون روڪي انهن کي پنهجي ڪاروبار ۾ لڳائڻ چاهيندوآهي ۽ ڪجھ مالڪ تہ انهن جون پگهارون وياجي قرضن ۾ڏيئي ڇڏيندا آهن جڏهن مسڪين ملازمن وٽ گهروارن جو خرچ پکو موڪلڻ ياخود وٽ هڪ ڏينهن گذارو ڪرڻ جو خرچ بہ نہ هوندو آهي جڏهن تہ پنهجي ٻارن خاطر پنهجو ديس ڇڏي پرڏيھ ۾ آيو اهڙن مالڪن کي تباهي بربادي هجي ۽ قيامت جي ڏينهن ڏکوئيندڙ عذاب ڀوڳڻ جي لاءِ تيار رهڻ گهرجي ."

سيدنا ابو هريره کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله تعالیٰ جو فرمان آهي

قال الله تعالى: ثلاثة أنا خصمهم يوم القيامة رجل أعطى بي ثم غدر ورجل باع حرا وأكل ثمنه ورجل استأجر أجيرا فاستوفى منه و لم يعطه أجره "

”قيامت جي آئون ٽن ماڻهن سان جهڳڙو ڪندس هڪ اهو ماڻهو جنهن منهجي نالي سان معاهدوڪيو پوءِ ان کان ڦري ويو ٻيو اهو ماڻهو جنهن ڪنهن آزاد انسان کي وڪڻي ان جي قيمت کاڌي ۽ ٽيون اهوماڻهو جنهن مزدور کان پورو ڪم ورتو پر ان کي ان جي مزدوري نه ڏنائين(٧٠)

## اولاد کي تحفا ڏيڻ ۾ ظلم ڪرڻ

ڪجھ ماڻهو پنهجي اولاد مان ڪجھ ٻارن کي تحفن سان نوازيندا آهن ڪجھ کي محروم ڪندا آهن اولاد سان اهڙي ناانصافي حرام آهي پر جيڪڏهن ڪو شرعي سبب هجي عذر هجي ته اولاد مان ڪنهن هڪ کي تحفو ڏيئي سگهجي ٿومثلاًاولاد مان ڪنهن کي ڪا اهڙي ضرورت يا مصيبت اچي جيڪا ٻين تي نه ائي هجي مثلا هو بيماريءَ ۾مبتلا ٿي ويو يا قرضي ٿي ويو ڪيس ڪمائڻ جو ذريعو نٿو ملي يا ان جا ٻار گهڻا آهن يا هو علم حاصل ڪرڻ ۾ مصروف آهي ۽ ان جو ڪو ڪمائڻ جو ذريعو نه آهي يا قرآن حفظ ڪرڻ ڪانپوءِ والد ڪيس هن جي انهي محنت تي ڪو تحفو ڏنو ته انهن شرعي سببن جي ڪري جيڪڏهن ڪنهن کي ڪو خاص تحفو ڏي ته ۾ ڪوبه حرج نه آهي پر هي نيت به رکي ته جيڪڏهن منهجي باقي اولاد ۾ ڪو ٻيو جيڪڏهن ضرورت مند ٿيو ته آئون ان کي ائين ڏيندس جيئن مون هن کي ڏنو انهي جو دليل الله تعاليٰ جو هيءُ عمومي دليل آهي انصاف ڪريو اهوتقويٰ جي ويجهو آهي ۽ الله تعاليٰ کان ڊڄو

٧٠ البخاري مع فتح الباري ٤/٤٤٧.

**۽ خاص دليل نبي ﷺ جن حديث آهي**

عَنْ النُّعْمَانِ بْنِ بَشِيرٍ أَنَّ أَبَاهُ أَتَى بِهِ إِلَى رَسُولِ اللَّهِ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ فَقَالَ إِنِّي نَحَلْتُ ابْنِي هَذَا غُلَامًا فَقَالَ أَكُلَّ وَلَدِكَ نَحَلْتَ مِثْلَهُ قَالَ لَا قَالَ فَارْجِعْهُ

**سيدنا نعمان بن بشير فرمائي ٿو ته منهجو پيءُ مونکي نبي ﷺ جن جي خدمت ۾ وٺي ويو ۽ پاڻ ﷺ جن کي عرض ڪيائين ته مون پنهجي هن پٽ کي هڪ غلام تحفي ۾ڏنو آهي رسول الله ﷺ جن پڇيو ته ڇا تو پنهجي باقي اولاد کي به اهڙو تحفو ڏنو آهي ته انهيءَ عرض ڪيو ته نه پاڻ ﷺ جن فرمايو ته انهي تحفي کي واپس وٺ[٧١]**

**پوءِ بشير جن گهر موٽيا ۽ اهوغلام واپس ورتائون**

**هڪ ٻي حديث جا لفظ آهن**

اتَّقُوا اللَّهَ وَاعْدِلُوا فِي أَوْلَادِكُمْ

**الله کان ڊڄوءِ پنهجي اولاد ۾ انصاف ڪريو**

**هڪ ٻي حديث جا لفظ هن طرح آهن ته**

فَلَا تُشْهِدْنِي إِذًا فَإِنِّي لَا أَشْهَدُ عَلَى جَوْرٍ

**ته پوءِ مون کي ظلم تي گواهه نه بنائي ڇوته آءُون ظلم تي گواهه نه ٿيندو آهيان ."[٧٢]**

**ڪجهه خاندانن ۾ ڪٽنبن جي حالت جو جائزو وٺڻ سان معلوم ٿئي ٿو ڪجهه گهر جا وڏا پنهجي اولاد مان هڪ کي ٻئي تي ترجيح ڏين ٿا ۽ الله کان نٿا ڊڄن ۽ پنهجي اولاد ۾ دشمني ۽ نفرت پيدا ڪن ٿا ۽ هڪ ٻئي جي خلاف انهنجي دلين ۾ ڪدورت ۽ نفرت پيدا ڪن ٿا .**

**ڪنهن پٽ کي فقط ان ڪري نوازيائين ته ان جي شڪل چاچي سان ملي ٿي ۽ ڪنهن کي فقط ان ڪري محروم ڪيائين ته هو پنهجي مامي جي سان مشابهت رکي ٿو يا ڪنهن جون ٻه زالون هجن هڪ**

---

[٧١] بخاري حديث مع الفتح ٣ / ٢١١

[٧٢] مسلم ٣ /١٢٤٣

زال جي اولاد کي خوب نوازي پر ٻي زال جي اولاد کي محروم رکي يا هڪ زال جي اولاد کي انتهائي اعلىٰ درجي اسڪول ۾ داخل ڪرائي ۽ ٻي جي اولاد سان بالڪل برعڪس سلوڪ ڪري.
اولاد سان انهي نانصافي جو انجام به پيءُ کي ئي ڀوڳڻو پوندو ڇوته پيءُ جي شفقت کان محروم انسان ايندڙ وقت ۾ پنهنجي پيءُ جو فرمان بردار نه ٿيندو
نبي ﷺ ان شخص کي فرمايو جنهن پنهنجي اولاد مان هڪ کي ٻي تي ترجيح ڏني
"...أليس يسرك أن يكونوا إليك في البر سواء..."
ڇا توکي پسند نه آهي ته تنهجو اولاد فرمانبرداريءَ ۾ برابري هجي. "(٧٣)

## ضرورت کان سواءِ ماڻهن کان سوال ڪرڻ

سيدنا سهيل بن حنظلي روايت ڪري ٿو ته رسول الله ﷺ جن فرمايو
من سأل وعنده ما يغنيه فإنما يستكثر من جمر جهنم قالوا وما الغنى الذي لا تنبغي معه المسألة قال قدر ما يغديه ويعشيه
جنهن به شخص سوال ڪيوجڏهن ان وٽ ايترو ڪجهه مال موجو هجي جيڪو هن کي ڪفايت ڪندو هجي ته اهو دوزخ جون اماڙيون گڏ ڪري رهيو آهي صحابه ڪرام عرض ڪيو ڪفايت ڪيتري مال۾ ٿيندي پاڻ ﷺ جن فرمايو ته ايترو جنهن سان هو صبح يا شام گذاري سگهي(٧٤)
ابن مسعو جن کا روايت ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته

---
٧٣. رواه الإمام أحمد ٢٦٩/٤ وهو في صحيح مسلم رقم ١٦٢٣
٧٤ " رواه أبو داود ٢٨١/٢ ، صحيح الجامع ٦٢٨٠

" من سأل وله ما يغنيه جاءت يوم القيامة خدوشا أو كدوشا في وجهه "

جنهن وٽ ايترو مال آهي جيو ان کي ڪافي آهي پوءِ جيڪڏهن سوال ڪري ٿو تہ قيامت جي ڏينهن هن حال ۾ حاضر ٿيندو جو هن جو چهري زخمي هوندو(٧٥)

ڪجھ گداگر مسجدن ۾ ماڻهن جي سامهون پنهنجون مجبوريون بيان ڪري ماڻهن جي ذڪر ۽ دعائن ۾ خلل وجهندا آهن ڪجھ تہ ڪوڙا سرٽيفڪٽ پيش ڪندا آهن ۽ ڪوڙا قصا بيان ڪندا آهن

ڪڏهن ڪڏهن تہ پيشاور گداگر تہ پنهجي خاندان کي مختلف مسجدن ۾ ويهاريندا آهن

اهڙي طرح مختلف مسجدن ۾ پکڙجي ويندا آهن آخر ۾ سڀ گڏ ٿي ڪري ويهندا آهن جڏهن تہ اهي ايترا شاهوڪار هوندا آهن جو الله کان سواءِ ڪو بہ نہ ڄاڻندو آهي جڏهن هو مرندا آهن تہ انهن جو ميراث هوندو آهي انهن کان علاؤ ڪيترائي محتاج ۽ فقير هوندا آهن جن کي اڻ ڄاڻو امير سمجهندا آهن ڇوتہ اهي ماڻهن کان نہ گهرندا آهن جو ماڻهو انهن کي خيرات ڏين

## واپس نہ ڪرڻ جي نيت سان قرض وٺڻ

الله تعالیٰ وٽ حقوق العباد کي تمام گهڻي اهميت حاصل آهي ٻانهن جي حقن مان ان وقت تائين ڇوٽڪارو نہ ملندو جيستائين قيامت جو ڏينهن نہ اچي جنهن ڏينهن دينار ۽ درهم جو مطالبو نہ ڪيو ويندو پر فقط نيڪين يا گناهن سان فيصلو ٿيندو

الله تعالیٰ جو فرمان آهي تہ

(إن الله يأمركم أن تؤدوا الأمانات إلى أهلها) النساء : ٥٨

---

٧٥ الإمام أحمد ٣٨٨/١ ، صحيح الجامع ٦٢٥٥.

”الله تعالىٰ توهان کي حڪم ڏي ٿو توهان امانت رکندڙن جون امانتون موٽائي ڏيو.“

قرض جي ادائيگيءَ ۾ سستي ڪرڻ اسان جي معاشري ۾ هڪ معمولي ڳالهه سمجهي وڃي ٿي ڪجهه ماڻهو بنيادي ضرورتن جي لاءِ قرض نه وٺندا آهن بلڪ صرف انهي جي لاءِ وٺندا آهن ته مال متاع ۾ نئين گاڏين يا انهي قسم جي عارضي سامان جي گهٽائي ۾ ٻين جي برابري ڪن يا انهن مان ڪيترائي ته قسطن جي چڪر ۾ڦاسي ويندا آهن اهڙين قسطن جي صورتن ۾ گرفتارٿيندا آهن جيڪي يا ته حرام آهن يا مشڪوڪ آهن قرض جي ادائيگي ۾ سستي ڪرڻ آخر سڌي طرح قرض ادا ڪرڻ جي بجاءِ ٽال مٽول يا ٻين جي مالن کي ضايع ڪرڻ جهڙي گناه تائين پهچائيندي آهي رسول الله ﷺ جن هن عمل جي بري انجام کان ڊيڄاريندي فرمايو ته :

" من أخذ أموال الناس يريد أداءها أدى الله عنه ومن أخذ يريد إتلافها أتلفه الله "

جيڪو ماڻهن قرض ۾ مال ورتو ۽ ادائيگي جي نيت آهي ته الله تعالىٰ ان کي قرض جي ادائيگي ۾توفيق ڏيندو پر جنهن ماڻهوءَ ضايع ڪرڻ جي نيت سان ورتو ته الله تعالىٰ ان کي ضايع ڪندو.[٧٦]

ڪيترائي ماڻهو قرض جي ادائيگي جي معاملي کي انتهائي هلڪوسمجهندا آهن جڏهن ته هو الله تعالىٰ وٽ انتهائي اهم آهي ايستائين جو شهيد بہ تمام گهڻيون خوبيون ،هڪ وڏومرتبو ،تمام گهڻو ثواب حاصل ڪرڻ جي باوجود قرض ادا نه ڪرڻ جي ڇٽي کان بچي نٿو سگهي انهيءَ جو دليل رسول الله ﷺ جن جو هيءُ فرمان آهي ته

" سبحان الله ماذا أنزل الله من التشديد في الدين والذي نفسي بيده لو أن رجلا قتـــل في سبيل الله ثم أحيي ثم قتل ثم أحيي ثم قتل وعليه دين ما دخل الجنة حتى يقضى عنه دينه

[٧٦] بخاري مع الفتح ٥ / ٥٤

سبحان الله قرض جي معاملي ۾ ڪيتري قدر سختي نازل ڪئي وئي آهي مون کي ان ذات جو قسم جنهن جي هٿ ۾ منهجي جي جان آهي جيڪڏهن هڪ شخص الله راهه ۾ شهيد ٿي وڃي پوءِ وري زنده ڪيو وڃي ۽ وري شهيد ڪيو وڃي ۽ وري زنده ڪيو وڃي ۽ شهيد ڪيو وڃي ۽ پوءِ جيڪڏهن هو قرضي آهي تہ جنت ۾داخل نہ ٿيندو جيستائين ان جي طرفان قرض ادا نہ ڪيووڃي[٧٧]

## حرام ڪائڻ

جنهن ماڻهو کي الله جو خوف نہ هوندو آهي تہ ان کي هيءَ پراهہ نہ هوندي آهي نہ ان جي آمدنيءَجو ذريعو ڪهڙو ۽ ڪمايل مال کي ڪٿي خرچ ڪري ٿو بلڪ سندس مقصد پنهجي سرمايي کي وڌائڻ هوندو آهي پلي کينس حرام جي طريقي مثلا چوري ،رشوت ،زبردستي مال ڦبائڻ، ڪوڙ ،دوکي ،حرام ڪاروبار ، وياجي معاملي ،يتيم جو مال ڪائڻ يا ڪنهن حرام ڪم جي اجرت ۾ مثلا نجومي جي پيشي جي عوض ،بدڪار يا ڳائڻ وڄائڻ جي عوض يا مسلمان جي بيت المال يا مسلمانن جي مشترڪ ملڪيتن تي قبضي ڪرڻ يا سواءِ ڪنهن ضرورت جي سوال ڪرڻ يا انهي قسم جي ڪنهن ٻي ناجائز يا حرام ذريعي سان حاصل ڪئي هجيس هي انهن حرام ذريعن سان ڪمايل مال مان ڪپڙا سواري ، ياگهر وٺي ٿو يا ڪرائي تي گهر وٺي ان کي ساز وسامان سان سنوري ٿو ۽ پنهجي پيٽ ۾ حرام کي داخل ڪري ٿو.

رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ

" كل لحم نبت من سحت فالنار أولى به... "

”هر اهو جسم جيڪو حرام ڪمائي مان پليو آهي اهو دوزخ جي لائق آهي ."[٧٨]

---

[٧٧] سنن النسائي ٧ / ٣١٤ صحيح الجامع الصغير ٣٥٩٤

[٧٨] المعجم الكبير للطبراني ١٩ / ١٣٦ صحيح الجامع الصغير حديث نمبر ٤٤٩٥

هن ماڻهوءَ کان قيامت جي ڏينهن پڇيو ويندو تہ مال ڪهڙ ذريعن مان ڪمايائين ۽ ڪٿي خرچ ڪيائين اتي هن جي لاءِ تباهي ۽ بربادي هوندي جنهن بہ ماڻهو وٽ حرام مال باقي آهي تہ ان مان جلدي ڇوٽڪارو حاصل ڪري وٺي ۽ جيڪڏهن ڪنهن جو حق ماريو اٿس تہ فورا ان کي واپس ڪري ۽ ان کان معافي گهري ان ڏينهن کان اڳ جنهن ڏينهن ظالمۇ مظلوم جي درميان فيصلو روپين ،پيسن سان نہ پر نيڪين ۽ گناهن جي ڏي وٺ سان ڪيو ويندو."

## وصيت سان ڪنهن کي نقصان پهچائڻ

اسلامي شريعت جو هڪ اهم قانون آهي "لاضرر ولا ضــــرار " تہ ڪوبہ ڪنهن کي نقصان نہ پهچائي نہ وري ان کي نقصان پهچايو وڃي .نقصان پهچائڻ جي هڪ هيءَ بہ صورت آهي تہ وصيت سان سيني يا ڪجھ وارثن کي گهاٽو پهچايو وڃي .

ان طرح ڪرڻ وارو رسول اڪرم ﷺ جي هن بددعا جو مستحق بنجي ويندو آهي :

عَنْ رَسُولِ اللَّهِ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ أَنَّهُ قَالَ مَنْ ضَارَّ أَضَرَّ اللَّهُ بِهِ وَمَنْ شَاقَّ شَقَّ اللَّهُ عَلَيْهِ

جيڪوڪنهن مسلمان کي نقصان پهچائيندو تہ الله ان کي نقصان پهچائيندو ۽ جنهن مسلمان کي تڪليف ۾ وڌو تہ الله بہ ان کي تڪليف ۾ وجهندو(٧٩)

وصيت ۾ نقصان جي هڪ صورت هيءَ بہ آهي تہ ڪنهن وارث کي ان جي شرعي حق کان محروم ڪيو وڃي يا وصيت ذريعي ڪنهن کي ان جي شرعي حصي کان علاه کو بيو حصو ڏنو وڃي اهي ملڪ جن جو عوام ڪنهن شرعي حاڪم جي ماتحت نہ هوندو آهي اتي مروج انسانن جو ٺاهيل غير شرعي قانون حقدار جي شرعي حق جي حصول لاءِ هڪ وڏي رڪاوٽ بڻجي ويندو آهي . اهي

---

[٧٩] مسنداحمد ٣ / ٤٥٣ صحيح الجامع ٦٣٤٨

غيــر شــرعي عــدالتون اهــڙي ظلــم تــي مشــتمل وصــيت کــي معتبــر سـمجهنديون آهـن جيڪـي وصـيتون ڪـنهن وڪيـل يـا رجسـترار جـي وسيلي لکيون وڃن انهن جي انهي لکت سببان انهن جي لاءِ بربادي آهي ۽ انهن جي انهن جي ڪرتوتن جي ڪري انهن لاءِ تباهي آهي

## شراب

الله تعالیٰ جو فرمان آهي تہ

يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا إِنَّمَا الْخَمْرُ وَالْمَيْسِرُ وَالْأَنْصَابُ وَالْأَزْلَامُ رِجْسٌ مِنْ عَمَلِ الشَّيْطَانِ فَاجْتَنِبُوهُ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُونَ المائده ٩٠

”بي شڪ شراب ،جوا ،بت ۽ تيرن سان فال ڪڍڻ شيطاني عمل آهي انهي ء کان بچو تہ جيئن توهان ڪامياب ٿيو.“

شراب کان پري رهڻ جو حڪم شراب جي حرام هجڻ جو واضح دليل آهي شراب جو ذڪر ڪافرن جي بتن سان ڪري هن جي برائي کي وڌيڪ نمايان ڪيو ويوآهي

ان ڪري انهن ماڻهن وٽ ڪو بہ دليل نہ آهي جيڪي چون ٿا شراب کان بچڻ جو حڪم آهي پر حرام هجڻ جو ذڪر نہ آهي جڏهن تہ حديث ۾ شرابي کي سخت ڌمڪي ڏني وئي آهي

جابر کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو:

إِنَّ عَلَى اللَّهِ عَزَّ وَجَلَّ عَهْدًا لِمَنْ يَشْرَبُ الْمُسْكِرَ أَنْ يَسْقِيَهُ مِنْ طِينَةِ الْخَبَالِ قَالُوا يَا رَسُولَ اللَّهِ وَمَا طِينَةُ الْخَبَالِ قَالَ عَرَقُ أَهْلِ النَّارِ أَوْ عُصَارَةُ أَهْلِ النَّارِ

الله تعالیٰ جو هي ذمو آهي تہ ماڻهو نشائي کي طينة الخبال پياري صحابہ ڪرام عرض ڪيو تہ

اي الله جا رسول ! طينة الخبال ڇا آهي ؟ پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ دوزخين جو پگهر يا گند ( پيشاب ، گندگي ، رت وغيره ) آهي

هن وقت شراب جا ڪيترا ئي قسم آهن جن جا عربي يا عجمي زبان ۾ مختلف نالا آهن جئين

بيرة Beer جعه Heer الڪحل Alcohol فودڪا vodka

شمپانيا Champagne وغيره( Gin , Wine , Whisky)

۽ هن امت ۾ اهي ماڻهو ظاهر ٿي چڪا آهن جن جي باري ۾ نبي ﷺ جن اڳواٽ ئي خبر ڏيئي ڇڏي آهي

" ليشربن ناس من أمتي الخمر يسموها بغير اسمها "

منهنجا امت جا ماڻهو شراب پيئندا ۽ ان جو نالو تبديل ڪندا(٨٠)

اهي ماڻهو حقيقت ڪي لڪائي دوکو ڏيندي ان ڪي روح افزا چون ٿا الله تعالیٰ جو فرمان آهي ته

يُخَادِعُونَ اللَّهَ وَالَّذِينَ آمَنُوا وَمَا يَخْدَعُونَ إِلَّا أَنْفُسَهُمْ وَمَا يَشْعُرُونَ البقره (٩)

اهي (منافق پنهجي گمان مطابق ) الله ۽ مؤنن ڪي دوکي ڏين ٿا پر اهي پنهجو پاڻ ڪي ئي دوکو ڏيئي رهيا آهن پر سمجهن نٿا "

بهرحال شريعت هڪ قاعدو بيان ڪيوآهي تہ جنهن دين سان مذاق ڪرڻ جا سمورا ذريعا بند ٿي ويندا

" كل مسكر خمر وكل مسكر حرام "

هر نشي واري شيءِ شراب جي حڪم ۾آهي ۽ هر نشي واري شيءِ حرام آهي."(٨١)

هر اها شيءَ جيڪا عقل تي غالب اچي ۽ نشو ڪري اها حرام آهي ان جو قليل مقدار بہ حرام آهي ۽ ڪثير مقدار بہ حرام آهي جيئن حديث ۾ آهي

" ما أسكر كثيره فقليله حرام "

---

٨٠ الإمام أحمد ٣٤٢/٥ ، صحيح الجامع ٥٤٥٣.

٨١ صحيح لمسلم ٣ / ١٥٨٧

جنهن شيءَ جو جو گهڻومقدار  نشو ڪري ان جو ٿورو مقدار واپرائڻ جائز نہ آهي(٨٢ )

بهرحال ان کي ڪيترا بہ نالا ڏنا وڃن پر ان جو حڪم اهوئي هڪ آهي
شرابي جي لاءِ نبي ڪريمﷺ جن جي هيءَ نصيحت ڪافي آهي تہ
مَنْ شَرِبَ الْخَمْرَ وَسَكِرَ لَمْ تُقْبَلْ لَهُ صَلَاةٌ أَرْبَعِينَ صَبَاحًا وَإِنْ مَاتَ دَخَلَ النَّارَ فَإِنْ تَابَ تَابَ اللَّهُ عَلَيْهِ وَإِنْ عَادَ فَشَرِبَ فَسَكِرَ لَمْ تُقْبَلْ لَهُ صَلَاةٌ أَرْبَعِينَ صَبَاحًا فَإِنْ مَاتَ دَخَلَ النَّارَ فَإِنْ تَابَ تَابَ اللَّهُ عَلَيْهِ وَإِنْ عَادَ فَشَرِبَ فَسَكِرَ لَمْ تُقْبَلْ لَهُ صَلَاةٌ أَرْبَعِينَ صَبَاحًا فَإِنْ مَاتَ دَخَلَ النَّارَ فَإِنْ تَابَ تَابَ اللَّهُ عَلَيْهِ وَإِنْ عَادَ كَانَ حَقًّا عَلَى اللَّهِ أَنْ يَسْقِيَهُ مِنْ رَدَغَةِ الْخَبَالِ يَوْمَ الْقِيَامَةِ قَالُوا يَا رَسُولَ اللَّهِ وَمَا رَدَغَةُ الْخَبَالِ قَالَ عُصَارَةُ أَهْلِ النَّارِ
رسول الله ﷺ جن  فرمايو تہ جنهن شراب پيتو ۽ نشو ڪيائين تہ ان جي نماز چاليهن ڏينهن تائين قبول نہ ٿيندي آهي ۽ جيڪڏهن مرندو تہ دوزخ ۾ داخل ٿيندو ۽ جيڪڏهن زندگي ۾ سچي توبہ ڪيائين تہ الله ان کي معاف فرمائيندو پر جيڪڏهن وري شراب پيتائين تہ ان جي نماز چاليهن ڏينهن تائين قبول نہ ٿيندي  جيڪڏهن مري ويو تہ دوزخي آهي پر جيڪڏهن زندگي ۾ سچي توبہ ڪيائين تہ ڪيس الله تعالیٰ معاف فرمائيندو پر جيڪڏهن وري شراب پيتائين تہ الله جو ذمو آهي تہ ان کي ردغة  الخبال پياريندو صحابہ ڪرام عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ! ردغة  الخبال ڇا آهي ؟ پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ دوزخين جي جسم مان نڪرندڙ  پگهر يا گندگي، پيشاب ، گندو  رت وغيره ) آهي.“(٨٣)
اهي ڌمڪيون عام نشائين لاءِ پوءِ انهن جوڪهڙو حال ٿيندو جيڪي دائمي نشائي  يا شراب جو وڏو استعمال ڪن ٿا

[82] أبو داود ٣٦٨١ ، صحيح أبي داود ٣١٢٨

[83] ابن ماجة رقم ٣٣٧٧  صحيح الجامع

## سون ۽ چانديءَ جا ٿانوَ استعمال ڪرڻ

اڄ جي پر فتن دور ۾ ڪي گھر هوٽلون ۽ دڪان ان شيءِ کان ڪالي نہ آهن جو اتي سون ۽ چانديءِ ٿانوَ رکيل نہ هجن بلڪہ اڄ ان شيءِ کي ماڻهون عظيم گفٽ تور هڪ بئي کي مختلف موقعن ۽ موسمن ۾ پيش ڪن ٿا ڪجھہ ماڻهون اهڙا بہ آهن جيڪي پنهنجي گھرن کي تہ ان شيءِ کان محفوظ رکن ٿا پر ٻين جي گھر ۾ وڃي ڪري انهن ٿانوَن ۾ کائن پيئن ٿا هي سيئي امور شرعي طور تي حرام آهن جيئن تہ پاڻ حضور اڪرم ﷺ جن ففرمايو آهي تہ

أَنَّ رَسُولَ اللَّهِ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ قَالَ الَّذِي يَأْكُلُ أَوْ يَشْرَبُ فِي آنِيَةِ الْفِضَّةِ إِنَّمَا يُجَرْجِرُ فِي بَطْنِهِ نَارَ جَهَنَّمَ([٨٤])

جيڪو شخص سون ۽ چانديءَ جي ٿانوَن ۾ کائيندويا پيئندو تہ قيامت جي ڏيهن ان جي پيٽ ۾ جهنم جي باھہ ڀڪائي ويندي هي حڪم انهن سيني شين تي لاڳو ٿئي ٿو جيڪي ٿانوَ کائڻ لاءِ استعمال ٿين ٿا جهڙي طرح پليٽون، چمچا، گلاس وغيره ۽ جيڪي ماڻهون ائين چون ٿا تہ اسين سون ۽ چانديءَ جون شيون صرفف سجاوٽ طور رکون ٿا تہ اهو بہ طريقو حرام آهي تہ جيئن انهن کمن کي روڪيو وڃي.

## ڪوڙي گواهي

{فَاجْتَنِبُوا الرِّجْسَ مِنَ الْأَوْثَانِ وَاجْتَنِبُوا قَوْلَ الزُّورِ}

---

[٨٤] صحيح مسلم – (ج ١٠ / ص ٤٠١)

ألا أنبئكم بأكبر الكبائر " ثلاثا " الإشراك بالله وعقوق الوالدين ــ وجلس وكان متكئــا ــ فقال: ألا وقول الزور قال فما زال يكررها حتى قلنا: ليته سكت "([85])

(وما شهدنا إلا بما علمنا) يوسف / ٨١.

## موسيقي

الله تعالىٰ جو فرمان آهي تہ :

وَمِنَ النَّاسِ مَنْ يَشْتَرِي لَهْوَ الْحَدِيثِ لِيُضِلَّ عَنْ سَبِيلِ اللَّهِ بِغَيْرِ عِلْمٍ وَيَتَّخِذَهَا هُزُوًا أُولَئِكَ لَهُمْ عَذَابٌ مُهِينٌ

ابن مسعود قسم کڻي فرمائيندو هو تہ الله تعالىٰ جو هيءُ فرمان ڳائڻ وڄائڻ جي باري ۾ نازل ٿيو ابو عامر ۽ ابو موسىٰ اشعري رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو

منهجي امت ۾ ڪجھ اهڙا ماڻهو پيدا ٿيندا جيڪي ڳائڻ زنا ، ريشم ڳائڻ وڄائڻ کي جائز قرار ڏيندا([86])

انس جن کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ

هن امت تي هيٺيان عذاب نازل ٿيندا

١ زمين ۾ غرق ٿيڻ

٢ پٿرن جو مينهن وسڻ

٣ شڪلين جو تبديل ٿيڻ

نبي ﷺ جن دهل وڄائڻ کان روڪيو آهي ۽ بانسري ۽ باجي جي آواز کي بيوقوفاڻو ۽ گناھ جو آواز قرار ڏنواٿن

سلف صالحين مان امام احمد بن حنبل جھڙن امامن وضاحت ڪئي آهي تہ ڳائڻ وڄائڻ جا اوزار سارنگي ،تنبورو ،بانسري باجي جو استعال حرام آهي

---

[85] البخاري مع الفتح ٥/٢٦١.

[86] بخاري مع الفتح ٦ / ٣٣٣

هن حديث ۾ ڳائڻ وڄائڻ جي پراڻن اوزان کان منع ڪيو ويو آهي ان ۾ اڄڪلھ جا نوان اوزار بہ شامل آهن جيئن گيٽار(Guitar) پيانو(Piano) باجو (Zither)وغيره

بلڪ اهي هوش ۽ هواس گم ڪرڻ ۾ اهي پراڻن اوزارن کان وڌيڪ اثر انداز ٿين ٿا

موسيقي جو نشوشراب جي نشي کان وڌيڪ برو آهي ۽ ان جو گناھ ان وقت وڌي ويندو آهي جڏهن ان سان ڪنهن ڳائيڻي عورت جو آواز بہ شامل ٿي وڃي ۽ بالخصوص جڏهن ان گاني ۾ عشق ،محبت جا بول يا ڪنهن جي خوبصورتي جو نقشو بيان ڪيل هجي

ڳائڻ وڄائڻ دل ۾ نفاق جي بيماري پيدا ڪندو آهي

هن زماني ۾ موسيقي هڪ تمام وڏوفتنو آهي هن فتني کي وڌائڻ ۾گهڙين ، گهنٽين ، ٻارن جي گيمن ،ڪمپيوٽر ٽيليفون (۽ موبائل ) وڏوذريعو آهن

ايستائين جو انهي فتني کان بچڻ انتهائي مشڪل ٿي پيو آهي تمام وڏي پختي ارادي سان انهيءَ کان بچي سگهجي ٿو . الله تعالىٰ مددگار آهي .

## غيبت

گلا ۽ مسلمان جي پامالي ڪرڻ ڪيترين ئي محفلن جي رونق ۽ خوشيءَ جو ذريعو بڻجي ويو آهي الله تعالىٰ پنهجي ٻانهن کي گلا کان روڪيو آهي ۽ ان کي هڪ اهڙي ڀيانڪ صورت سان تشبيھ ڏني آهي

الله تعالىٰ جو فرمان آهي تہ

(ولا يغتب بعضكم بعضا أيحب أحدكم أن يأكل لحم أخيه ميتا فكرهتموه) الحجرات/١٢.

اوهان مان ڪوبہ ڪنهن جي گلا نہ ڪري ڇا اوهان مان ڪواهو چاهي ٿو تہ پنهنجي مردار ڀاء جوگوشت کائي تہ توهان يقينا ناپسند ڪندا

نبي ﷺ جن هن غيبت جي مفهوم کي واضح ڪندي فرمايو:
" أتدرون ما الغيبة ؟ قالوا الله ورسوله أعلم. قال: ذكرك أخاك بما يكره قيل: أفرأيت إن كان في أخي ما أقول ؟ قال: إن كان فيه ما تقول فقد اغتبته وإن لم يكن فيه فقد بهته "
اوهان کي خبر آهي ڳالا ڇا کي چئبو آهي ؟عرض ڪيائون الله ۽ ان جو رسول بهتر ڄاڻن ٿا. پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ توهان پنهجي ڀاء جو ذڪر ڪريو جنهن کي هوءَ ناپسند ڪري صحابہ ڪرام عرض ڪيو اي الله جا نبي ﷺ جيڪڏهن ان ۾ اها برائي موجود هجي جيڪا آئون بيان ڪري رهيو آهيان تہ اها بہ ڳالا ۾ شمار ٿيندي؟ پاڻ ﷺ جن فرمايو ان ۾ موجود برائي بيان ڪيئي تہ اها ان جي ڳالا آهي پر جيڪڏهن اها خرابي ان ۾موجود نہ آهي تہ تو الزام تراشي ڪئي ."(٨٧)
يعني غيبت هيءَ آهي تہ توهان پنهنجي ڀاءُ جي ڪا اهڙي ڳالهہ ڪريو جيڪا ان کي ناپسند لڳي پوءِ ان جوتعلق اخلاقي خرابي سان هجي يا جسماني خرابي سان هجي ڳالا جون ڪيتريون ئي صورتون آهن هڪ هيءَ بہ آهي تہ ڪنهن مسلمان تي ٺٺول ۽ مذاق ڪندي ان جي برائين کي بيان ڪيو وڃي .
ماٿهو هن مسئلي ۾ تمام گهٽو بي پرواه آهن جڏهن تہ جڏهن هيءَ تمام گهٽو برو قابل مذمت عمل آهي.
رسول الله ﷺ جن فرمايو :
" الربا اثنان وسبعون بابا أدناها مثل إتيان الرجل أمه وإن أربى الربا استطالة الرجـــل في عرض أخيه "
وياج جا ٻاهتر دروازا آهن سڀ کان ننڍو دروازي جي ارتڪاب ڪرڻ جو گناهہ ماءُ سان زنا جي برابر آهي ۽ سڀ کان وڏو وياج هيءُ آهي تہ مسلمان ڀاءُ جي بي عزتي ڪئي وڃي(٨٨)

---

[٨٧] مسلم ٤/٢٠٠١.

[٨٨] السلسلة الصحيحة ١٨٧١.

جيڪو بہ شخص ڪنهن محفل ۾ موجود هجي ۽ اتي ڪنهن مسلمان جي گلا ٿي رهي آهي تہ هن تي واجب آهي تہ ان کي روڪيءَ پنهجي مسلمان ڀاءُ جو دفاع ڪري

" من رد عن عرض أخيه رد الله عن وجهه النار يوم القيامة "

”جيڪو پنهجي مسلمان جو دفاع ڪندو تہ قيامت جي ڏينهن الله تعالیٰ ان جي چهري کان دوزخ جي باھ کي هٽائيدو.“[٨٩]

## چغلخوري

فساد ڦهلائڻ جي نيت سان هڪ شخص جي ڳالھ کي ٻي تائين پهچائڻ کي چغلخوري چئبو آهي رشتن ۽ تعلقات کي ٽوڙڻ ۽ ماڻهن ۾ دشمني ،نفرت جي باھ ٻارڻ جو هڪ وڏو ذريعو آهي ان ڪڏي ڪم جي مذمت ۾ الله تعالیٰ جوفرمان آهي

(ولا تطع كل حلاف مهين هماز مشاء بنميم) القلم/١١.

حذيفه جن کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ

" لا يدخل الجنة قتات "

”چغلخور جنت ۾ داخل نہ ٿيندو .“[٩٠]

ابن عباس کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ مديني جي هڪ باغ وٽان گذريا پاڻ ﷺ جن ٻن انسانن جو آواز ٻڌو جن تي انهن جي قبرن ۾ عذاب ٿي رهيو هو پاڻ ﷺ جن فرمايو

" يعذبان، وما يعذبان في كبير - ثم قال - بلى [وفي رواية: وإنه لكبير] كان أحدهما لا يستتر من بوله وكان الآخر يمشي بالنميمة... "

انهن تي عذاب ٿي رهيو آهي پر ڪنهن مشڪل ڪم جي ڪري نہ ٿي رهيو آهي (يعني ان کان بچڻ تمام آسان هو ) هڪ راويت جا لفظ

---

[٨٩] أحمد ٦/٤٥٠ ،صحيح الجامع ٦٢٣٨.

[٩٠] رواه البخاري انظر الفتح ١٠/٤٧٢ ، النهاية لابن الأثير ٤/١١

آهن تہ هڪ ڪبيري گناهہ جو ڪري عذاب تي رهيو آهي انهن مان هڪ وپيشاب ( جي ڇنڊن) کان نہ بچندو هو ۽ ٻيو چغلخوري ڪندو هو ."(٩١)

چغلخوري جي سڀ کان بري صورت هيءَ تہ زال ۽ مڙس ڪي هڪ ٻي جي خلاف ڀڙڪايو وڃي ڪري انهن جي تعلق کي خراب يا ٽوڙيو وڃي اهڙي ڪيترائي ملازم پنهجي ملازم ساٿين کي نقصان پهچائڻ جي لاءِ انهن جون شڪايتون انچارج تائين پهچائيندا آهن چغلخوري جو اهي سڀ صوررتن حرام آهن

## ماڻهن جي گهرن ۾ اجازت کان سواءَ جهاتيون پائڻ

{يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا لَا تَدْخُلُوا بُيُوتًا غَيْرَ بُيُوتِكُمْ حَتَّى تَسْتَأْنِسُوا وَتُسَلِّمُوا عَلَى أَهْلِهَـــا } النور/٢٧،

اي ايمان وارؤ پنهجي گهرن کان علاوه ٻين جي گهرن ۾ ايستائين داخل نہ ٿيو جيستائين اجازت نہ وٺو ان ۾ رهندڙن تي سلام نہ چئو گهرن ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ اجازت وٺڻ جي حڪمت هيءَ تہ گهر وارن جي مخفي يا ڇپائڻ لائق شين تي نظر نہ پوي نبي ﷺ جن فرمايو تہ إنما جعل الاستئذان من اجل البصر"

اجازت جوحڪم نگاهہ جي ڪري ڏنو ويو آهي."(٩٢)

اڄڪلهہ عمارتن جو هڪ ٻئي جي ويجهو يا مليل هجڻ جي ڪري دروازا ۽ دريون هڪ ٻئي جي سامهون کلنديون آهن جنهن ڪري ٻي پردگي جو وڏو خطرو پيدا ٿي ويو آهي ڪيترائي پنهجي نظرن جي حفاظت نہ ڪندا آهن ڪڏهن ڪڏهن متي رهندڙ پهنجي گهر جي دروازن يا درين يا گيلرين مان هينين گهرن ۾ تڪيندا رهندا آهن هي

---

[٩١] رواه البخاري انظر فتح الباري ٣١٧/١.

[٩٢] رواه البخاري انظر فتح الباري ٢٤/١١.

خيانت آهي پاڙيسرين جي عزتن جي پامالي ۽ حرام جو ذريعو آهي
ڪيترين ئي برائين ۽ فتنن جو ذريعوآهي هن معاملي  ڪي خطرناڪ
قرار ڏيڻ جي لاءِ ٻين جي گهرن ۾ جهاڪيندڙ جي اک ڦوڙڻ ۽ ان تي
ڪنهن به قسم جو جرمانو نه لڳائڻ وارو دليل ئي ڪافي آهي
نبي ﷺ جن فرمايو

" من اطلع في بيت قوم بغير إذنهم فقد حل لهم أن يفقئوا عينه "

جيڪوٻين جي اجازت ڪانسواءِ انهن جي گهرن ۾ جهانڪي ٿو گهر
جي مالڪ جي لاءِ جائز آهي ته ان جي اک ڦوڙي."[٩٣]
هڪ روايت ۾ آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايوته

" ففقئوا عينه فلا دية له ولا قصاص

ان جي اک ڦوڙيو ان تي ڪابه ديت (چٽي ) يا قصاص ( بدلو ) نه آهي
"[٩٤].

## ٻن شخصن جو ٽين شخص کان الڳ ٿي ڪن ڦس ڪرڻ

جيڪڏهن ڪنهن مجلس ۾ ٽي سخص آهن ته ان وقت ٻن جو ٽي کان
الڳ ٿي ڪن ڦس ڪرڻ مجلس جي آدابن جي لاءِ هڪ وڏي آفت آهي
۽ ان شيطان جي پيروي آهي جيڪومسلمان ۾ اختلاف پيداڪرڻ چاهي
ٿو.
رسول الله ﷺ جن جو هن جو حڪم ۽ سبب واضح ڪندي فرمايوته:
" إذا كنتم ثلاثة فلا يتناجى رجلان دون الآخر حتى تختلطوا بالناس أجل (أي من أجل
كما ورد في بعض الروايات) أن ذلك يحزنه"[٩٥]

٩٣ مسلم ٣/١٦٩٩،

٩٤ "[رواه الإمام أحمد ٢/٣٨٥ وهو في صحيح الجامع ٦٠٢٢.

٩٥ البخاري مع فتح الباري ١١/٨٣،

جڏهن اوهين تي چٽا هجو تہ ٻہ چٽا تي کان الڳ تي ڪري ڪن ڦس نہ ڪريوجيستائين تن کان وڌيڪ ماڻهو نہ هجن ڇوتہ ٻن جو ٽي کان الڳ تي ڳالهيون ڪرڻ سان ٽيون شخص اداس ٿيندو ."

اهڙيءَ طرح ٽن جو چوٿي کي ڇڏي سس ڦس ڪرڻ يا ٻہ ڄڻن جو ڪنهن زبان ۾ ڳالھ ٻولھ ڪرڻ جنهن کي ٽيو نٿو سمجهي اهي سڀ سس ڦس جي حڪم ۾ آهن

ان ۾ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ ائين ڪرڻ ۾ ٽئين ماڻهو جي گهٽتائي يا ان کي پنهجي خلاف سازش جي وهم ۾ مبتلا ڪرڻ آهي ."

## ڪپڙو لٽڪائڻ

ڪيترائي ماڻهو ڪپڙوهيٺ لٽڪائڻ انتهائي معمولي سمجهندا آهن جڏهن تہ الله تعالىٰ جي نزديڪ تمام وڏو گناھ آهي جو ڪجھ ماڻهون پنهنجو لباس پيڏين کان هيٺ لٽڪائيندا آهن ۽ ڪجھ پنهجي پويا گهليندا آهن

رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ

" ثلاثة لا يكلمهم الله يوم القيامة ولا ينظر إليهم ولا يزكيهم ولهم عذاب أليم: المسبل (وفي رواية: إزاره) والمنان (وفي رواية: الذي لا يعطي شيئا إلا منه) والمنفق سلعته بالحلف الكاذب"([96])

الله تعالىٰ قيامت جي ڏينهن ٽن ماڻهن ڏانهن نہ رحمت جي نظر ڪندو نہ انهن کي پاڪ فرمائيندو انهن جي لاءِ ڏکوئيندڙ عذاب آهي

١ ڪپڙو پيڏين کان هيٺ لٽڪائيندڙ

٢ احسان جتائيندڙ

٣ پنهجي سامان کي ڪوڙي قسم سان وڪڻندڙ

---

[96] مسلم ١/١٠٢.

جيڪو بہ ماڻهو هيءَ دعوىٰ ڪري ٿو تہ هو تڪبر جي نيت سان ڪپڙو هيٺ ڪونٿو ڪري تہ خود پنهجي پاڻ جي واکاڻ ڪري ٿو جيڪا ڪنهن بہ صورت ۾ معتبر نہ آهين حديث جي مطابق (تڪبر جو ارادو هجي يا نہ هجي) پر ائين ڪرڻ جائز نہ آهي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ

" ما تحت الكعبين من الإزار ففي النار "

”جيڪو بہ ڪپڙو پيڏين ڪان هيٺ آهي اهو دوزخ ۾ (داخل ٿيڻ جو سبب) آهي(٩٧)

پر جيڪڏهن ائين تڪبر سببان ائين ڪرڻ جو گناهہ ۽ سزا وڌيڪ آهي چوتہ هن ڪپڙي لٽڪائڻ ۽ تڪبر جهڙا بہ گناهہ گڏ ڪيا آهن رسول الله ﷺ ن فرمايوتہ

" من جر ثوبه خيلاء لم ينظر الله إليه يوم القيامة "

جيڪو ماڻهوپنهنجي ڪپڙي کي پيڏين ڪان هيٺ تڪبر جي نيت سان ئي لٽڪائي ٿو الله تعالىٰ ان جي لاءِ نظر(رحمت) نہ فرمائيندو(٩٨)
ڪپڙي لٽڪائڻ جي حرمت هر قسم جي ڪپڙي کي شامل آهي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ

الإسبال في الإزار والقميص والعمامة من جر منها شيئا خيلاء لم ينظر الله إليه يوم القيامة"

قميص ، شلوار ۽ پٽڪي ۾ بہ لٽڪائڻ ڪو (اهوئي حڪم آهي تہ جيڪو ماڻهو انهن ڪپڙن مان ڪنهن ڪپڙي کي تڪبر جي نيت سان ئي لٽڪايو ٿو الله تعالىٰ ان جي لاءِ نظر(رحمت) نہ فرمائيندو(٩٩)
البتہ عورت هڪ ٻاڙي يا هٿ جي برابر ڪپڙو پيڏي ڪان هيٺ لٽڪائي تہ جيئن هوا يا ڪنهن ٻي سبب جي ڪري ان جو ڪپڙو ان جي جسمتان نہ هٽي

---

٩٧ مسند احمد ٦ / ٢٥٤ صحيح الجامع للصغير ٥٥٧١

٩٨ بخاري :حديث نمبر ٣٤٦٥ ب البغا

٩٩ ابوداؤد ٤ / ٣٥٣ صحيح الجامع ٢٧٧٠

هڪ ٻاڙي يا هٿ ڪان ڍڳهو ڪپڙوعورت جي لاءِ بہ لٽڪائڻ جائز نہ آهي
اڄلڪلھ ڪنوارن جو ڪپڙوڪيترائي ميٽر ڍگهو هوندو آهي ڪڏهن تہ ڪنوار جي هلڻ ۾ بہ تمام ڏکيائي ٿيندي آهي جو هلڻ ۾ آساني ڪرڻ جي لاءِ ڪنهن ٻي عورت کي ان جي ڪپڙي کي سنڀالڻوپوندوآهي."

## مردن جو ڪنهن بہ طرح سون پائڻ

" أحل لإناث أمتي الحرير والذهب وحرم على ذكورها "

منهجي امت عورين جي لاءِ سون ۽ ريشم کي حلال ڪيو ويو آهي ۽ اهي ٻئي مردن تي حرام ڪيون ويون آهن(١٠٠)

" يعمد أحدكم إلى جمرة من نار فيجعلها في يده ؟! "

"ڇا اوهان مان ڪو چاٽي ٻجهي باھ جي اماڙي کي پنهجي هٿ ۾ رکڻ گهري ٿو ."(١٠١)

## عورتن جو سوڙها ۽ سنها ڪپڙ پائڻ

هن زماني اسان مسلمانن جي دشمنن جو هڪ حملو هيءَ بہ آهي تہ هنن ڪپڙن جون اهڙيون ڍزائينون تيار ڪري اسان مسلمان ۾ ڦهيلائي ڇڏيون آهن (جيڪي شرعي لباس جي بالڪل خلاف آهن ) اهي ڪپڙا تنگ يا سنهڙا هجڻ جي ڪري اوگهڙ کي بہ ڪونٺا ڍڪين ڪجھ لباس تہ اهڙا آهن جيڪي عورتون پهنجي محرم جي سامنهون بہ پائي نٿيون سگهن رسول الله ﷺ جن اڳوات اها پيشنگوئي ڪري ڇڏي تہ عوررتون هن قسم جا غير شرعي لباس پهرينديون

١٠٠ الإمام أحمد ٤/٣٩٣، صحيح الجامع ٢٠٧.

١٠١ مسلم ٣//١٦٥٥.

پاڻ ﷺ جن فرمان آهي تہ :

" صنفان من أهل النار لم أرهما: قوم معهم سياط كأذناب البقر يضربون بها الناس ونساء كاسيات عاريات مميلات مائلات رؤوسهن كأسنمة البخت المائلة، لا يدخلن الجنـــة ولا يجدن ريحها وإن ريحها ليوجد من مسيرة كذا وكذا "([١٠٢])

منهجي امت ۾ ٻہ قسم اهڙا آهن جن کي مون نہ ڏٺو آهي هڪ اها قوم هوندي جن جي هٿن ۾ ڳئون جي پڇ وانگر چهبڪون هونديون جيڪي ماڻهن کي هڻندا

ٻيو قسم انهن عورتن جو آهي جيڪي لباس پائڻ جي باوجود اگهاڙيون هونديون مردن کي زبردستي پاڻ ڏانهن مائل ڪندڙ انهن جا مٿا بختي اٺ جي ٿوهي وانگر هوندا اهڙيون عورتون جنت ۾ دخل نہ ٿينديون بلڪ جنت جي خوشبو بہ محسوس نہ ڪنديون جڏهن تہ جنت جي خوشبو ڪيترن ئي ڏينهن پنڌ جي ڪرڻ ڪانپوءِ ايندڙ منزل تائين محسوس ٿيندي آهي ."

انهن لباسن ۾ عورتن جا اهي لباس بہ شامل آهن جيڪي هيٺيان ڪان ڪليل ۽ ڊگها هوندا آهن يا ذزائن جي طور تي انهن ۾ مختلف قسم جا سوراخ هوندا آهن

اهڙيون مختلف ڊيزائينون جن جي پهرڻ واري جي اوگهڙ ويهڻ سان ظاهر ٿي ويندي آهي ان قسم جا لباس حرام هجڻ سان گڏ ڪافرن جي مشابهت اهڙين خوار ڪندڙن ڊزائينن ۾انهن پيروي جهڙو گناهہ بہ آهياللّٰه اسان سيني کي محفوظ رکياهڙي طرح لباس تي برين تصورين جو نقش هجڻ بہ انتهائي خطرناڪ معاملو آهيجيئين اداڪارن جون تصويرون ،ڳائڻن جون تصويرون ،شراب جي بوتلن جون تصويرون صليب جو نشان ، جاندارن جون تصويرون ،غير شرعي تنظيمن جا مخصوص لوگو Logo عزت ۽ شرافت ڪان خالي ڪنهن اوپري ٻولي ۾ لکيل اوپري عبارتون

---

[١٠٢] رواه مسلم ١٦٨٠/٣

# وار ڳنڍڻ

اسماء بنت ابوبکر کان روايت آهي تہ هک عورت نبي ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي ۽ چيائين تہ منهجي ڌيءَ جي نئين نئين شادي ٿي آهي خسري جي بيماري جي ڪري ان جا وار ڇڻي ويا آهن ڇا آئون ان کي (نقلي وار) لڳايان ؟ نبي ﷺ جن فرمايو تہ :

" لعن الله الواصلة والمستوصلة "

”اصلي وارن سان ٻيا وار لڳائيندڙ (پيشاور) عورتون ۽ انهن کان وار لڳرائيندڙ عورتن نبي ﷺ جن لعنت فرمائي آهي .“(١٠٣)

جابر  کان روايت آهي

زجر النبي صلى الله عليه وسلم أن تصل المرأة برأسها شيئا "

نبي ﷺ جن هن ڳالھ تي سخت ناراضگي اظهار ڪيو تہ ڪا عورت پنهجي مٿي ۾ نقلي وار لڳائي .“(١٠٤)

هن زماني نقلي وار لڳائڻ جون ( پارٽ وگ ) جهڙيون ڪيتريون ئي صورتن ظاهر ٿيون آهن جن جڳهين تي ان اهڙا ڪم ٿين ٿا ( بيوٽي پارلر ) جهڙيون جڳهيون موجود آهن

هن حرام ڪم  جي هک صورت هيءَ بہ آهي تہ اصلي وارن جي جڳھ تي ٻيا وار سرجري ڪري لڳايا وڃن جيئن ڪيترائي مرد ۽ عورتون فلمن ۽ ڊرامن ۾ ڪندا آهن

## مردن جو عوررتن سان ۽ عورتن مردن سان مشابهت اختيار ڪرڻ

---

١٠٣ مسلم ٣/١٦٧٦.

١٠٤ رواه مسلم ٣/١٦٧٩.

" لعن الله الرجل يلبس لبسة المرأة، والمرأة تلبس لبسة الرجل "([١٠٥])

”رسول الله ﷺ جن فرمايو انهن مردن تي لعنت فرمائي آهي جيڪي عورتن سان مشابهت ڪن ٿا ۽ انهن عورتن تي لعنت فرمائي جيڪي مردن جي مشابهت اختيار ڪن ٿيون “

## ڪارو خضاب لڳائڻ

صحيح ڳالهه هيءَ آهي تہ ڪارو خضاب لڳائڻ حرام آهي

رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ

" يكون قوم يخضبون في آخر الزمان بالسواد كحواصل الحمام لا يريحون رائحة الجنة "

آخري زماني ۾ ڪجھ اهڙا ماڻهو ايندا جيڪي جيڪي ڪارو خضاب ائين لڳائيندا جڻ (انهن جا وار ) ڪبوتر جي پر وانگر آهن اهي ماڻهو جنت جي خوشبو بہ محسوس نہ ڪندا .“([١٠٦])

پوڙهائپ جا آثار شروع ٿيڻ وقت ڪاري خضاب لڳائڻ جو عمل بہ عام ٿي ويندو آهي هن سان ڪيتريون ئي برائيون پيدا ٿين ٿيون جيئن جيئن دوکو ۽ فريب اهڙي طرح الله تعالىٰ جي ڏنل اصلي شڪل ۽ صورت کي ۽ تبديل ڪرڻ يقينا هن سان انسان جي ڪردار تي وڏواثرپوي ٿوهن سان اهو انسان خود دوکي ۾مبتلا رهندوآهي پاڻ ﷺ جن کان صحيح ثابت آهي تہ پاڻ ﷺ جن ميهندي يا ڪنهن اهڙي هيدي يا ڳاڙهي رنگ يا برائون مائل رنگ سان وارن کي رنگيندا هئا مڪي جي فتح واري ڏينهن جڏهن ابو قحافه جن کي خدمت پيش ڪيو ويو تہ سندن مٿي ۽ ڏاڙهي جا وار اڇي هجڻ جي ڪري اڇي رنگ واري گلن جو ٻوٽو محسوس ٿي رهيا هئا رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ

---

[١٠٥] أبو داود ٤/٣٥٥ ، صحيح الجامع

[١٠٦] أبو داود ٤/٤١٩ ،صحيح الجامع ٨١٥٣

غيروا هذا بشيء واجتنبوا السواد "(١٠٧)

انهن (اڇن وارن )کي ڪنهن رنگ سان بدلايوپرڪاري رنگ کان بچو صحيح قول جي عورت جي لاءِ بہ هيءَ ساڳيو حڪم آهي يعني پنهجن اڇن وارن کي ڪاري رنگ سان خضاب نتي لڳائي سگهي ."

## جاندار جي تصويرٺاهڻ

ابن مسسعود ﷺ جن کان روايت آهي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ:

" إن أشد الناس عذابا عند الله يوم القيامة المصورون "

"الله تعالیٰ وٽ سڀ کان وڌيڪ عذاب انهن ماڻهن تي ٿيندوجيڪي تصويرون ٺاهيندڙ آهن ."(١٠٨)

ابو هريرة کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو :

" قال الله تعالى: (ومن أظلم ممن ذهب يخلق كخلقي فليخلقوا حبة و ليخلقوا ذرة...)

الله تعالیٰ فرمائي ٿو ان کان وڌيڪ ٻيو ڪير ظالم آهي جيڪو جيڪو ائين پيدا ڪرڻ چاهي ٿوجيئين آئون پيدا ڪريان ٿو منهجو ڪيس چيلنج آهي تہ اناج جوهڪ داڻو ناهي ڏي يا هڪ ماڪوڙي ناهي ڏي ."(١٠٩)

ابن عباس  کان روايت آهي تہ رسول ﷺ جن فرمايو:

" كل مصور في النار، يجعل له بكل صورة صورها نفسا فتعذب في جهنم "

هر هڪ تصوير بنائندڙ دوزخ ۾ ويندو ان جي بنايل تصويرن کي هڪ جاندار جي صورت ڏني ويندي جيڪي ان کي عذا ب ڏيندا

ابن عباس فرمايو تہ :

إن كنت لا بد فاعلا فاصنع الشجر وما لا روح فيه "

---

١٠٧ مسلم ١٦٦٣/٣.

١٠٨ البخاري مع الفتح ٣٨٢/١٠.

١٠٩ البخاري مع فتح الباري ٣٨٥/١٠.

جيڪڏهن توکي ائين لازمي ڪرڻو اهي تہ انهن شين جون تصويرون بنائي جن ۾ روح نہ اهي ."(١١٠)

هنن حديثن مان معلوم ٿيو تہ انسان ،جانورن ۽ روح وارين شين جي تصوير بنائڻ جائز نہ آهي پوءِ انهن جوسايو (عڪس ) هجي يا نہ هجي پوءِ چاهي اها ڇپيل هجي يا هٿ جي دستڪاري سان ناهيل هجي يا ڪنهن شي ءِ کي ڪوٽي يا پوري يا نقش ڪري يا سانچي ۾ ٺاهي وئي هجي

حديث ۾تصوير جي سمورن قسمن جي حرمت بيان ڪئي وئي آهي هڪ مسلمان جو شان هيءَ تان هو شرعي دليل کي مڃي وٺي ۽ ڪا چو چا (بحث) نہ ڪري يا هي بهانو ڪري تہ آئون ان کي پوڄيان ٿو نہ ان جي اڳيان جهڪان ٿو

جيڪڏهن ڪو تصوير جي فقط هڪڙي برائيءَ تي غور ۽ فڪر ڪندو تہ اهو شريعت ۾ تصوير جي حرام هجڻ جي حڪمت کي سمجهي ويندو اها برائي هيءَ آهي تہ ان جي ڪري زنا ۽ جنسي خواهش جهڙين برائين جنم ورتو آهي هڪ مسلمان کي گهرجي تہ پنهجي گهر مان روح وارين شين جون تصويرون نہ رکي تہ جيئن رحمت جي ملائڪن جي داخل ٿيڻ ۾ رڪاوٽ جو سبب نہ بڻجن

نبي ﷺ جن فرمايو تہ :

لا تدخل الملائكة بيتا فيه كلب ولا تصاوير "

"ان گهر ۾ رحمت جا ملائڪ داخل نہ ٿيندا آهن جنهن ۾ ڪتو يا تصوير هجي."(١١١)

ڪجھ ماڻهن جي ڪمرن ۾ مورتيون ۽ مجسما رکيل هوندا جيڪي يا اهي گهرن جي سجاوٽ لاءِ رکندا يا ڪين تحفي ۾ ملنداآهن اهي مجسما ڪافرن جي بتن وانگرهوندا آهن ان قسم جي حرمت عام

---

١١٠ مسلم ٣ /١٦٧١

١١١ البخاري انظر الفتح ١٠/٣٨٠.

تصـويرن كـان وڏيـڪ آهـي اهـڙي طـرح گهـرڀر فـريم كـري لڳايـل تصويرن جو گناهه لڪايل يا ويڙهيل تصويرن جي گناهه كان وڏيڪ آهي كيترائـي انهـن كـي ڏسـي انهـن جـي تعظـيم كـرڻ لڳنـداآهن كيترائي غمگين ٿي ويندا آهن اهو چوڻ بـہ صـحيح نـہ آهـي تـہ اهـي تصـويرون يـادگيري خـاطر آهـن پـر پنهنجـي كـنهن ويجهـي مائـٽ يـا مسلمان جي حقيقي يادگيري تہ انسان جي دل ۾هوندي آهي جنهن ياد جي تقاضـا هيءَ آهـي تـہ ان جي لاءِ رحمت ۽ بخشش جي دعـا گهـري وجي بهرحال هر قسم جي تصوير كي گهر مان كـڍڻ يا مـٽائڻ لازمـي آهي پر جيكڏهن كنهن مٽائڻ مشكل آهي تـہ ان جومعـاملو الله جي حـوالي آهـي جيـئن اهـي تصـويرون جـن كـري وڏي مصـيبت پيـدا ٿـي وئي آهي جيكـي ڊكشـنرين ، ڏٻـن يـا انهـن عـام فـائدي وارن كتـابن تي پرنٽ ٿيل هونديون آهـن اهڙين تصـويرن جي مـٽائڻ جي كـوشش كـئي وجي هـر قسـم جي خراب تصـوير كـان پاسـو كيـو وجـي البتـہ ضـرورت جـي ووقـت تصـوير كـي محفـوظ ركـي سـگهجي ٿـو جيـئن شناختي كـارڊ پاسپورٽ وغيره

كجهه عالم انهن تصووير ن جي بہ اجازت ڏني آهي جيكي كم كـار وغيره ۾ پيرن هينيان لتاڙڻ ۾ ايندي ون ( جن كي كابہ حيثيت حاصل نہ هوندي آهي "

## كـوڙو خواب بيان كـرڻ

كجهه ماڻهو كـوڙا خواب ناهي بيان كندا آهن تہ جيـئن ان جي مقـام مرتبي ۾ واڌرو ٿئي ۽ مشهور ٿي وجن يا كو مالي فائدو حاصل كـن يا جنهن سان دشمني آهي ان كي ڊيڄارين كيترن ئي جاهل ماڻهن جـو خوابن تي انڌو اعتقاد هوندو آهي جيكي هن كـوڙ جي كـري دوكـو

ڪائيندا رهندا آهن ڪوڙا خواب بيان ڪرڻ جي باري ۾ سخت ڌمڪي ڏني وئي آهي رسول الله ﷺ جن فرمايو :

" إن من أعظم الفرى أن يدعي الرجل إلى غير أبيه أو يري عينه ما لم تر ويقـــول علـــى رسول الله صلى الله عليه وسلم ما لم يقل "

سڀ کان وڏو ڪوڙ هيءُ آهي ته ڪوبہ ماڻهو پهنجو پاڻ کي پيءُ کان علاه ڪنهن بي شخص ڏي منسوب ڪري يا اهڙو خواب بيان ڪري جيڪوهن نہ ڏٺو آهي يا

رسول ﷺ ڏانهن اهڙي ڳالھ منسوب ڪري جيڪا هن نہ فرمائي آهي "(١١٢).

رسول الله ﷺ جن فرمايو

" من تحلم بحلم لم يره كلف أن يعقد بين شعيرتين ولن يفعل...الحديث

”جنهن ڪوڙو خواب بيان ڪيو تہ ان کي ٻن جون ۾ ڳنڍ لڳائڻ جي سزا ڏني ويندي ۽ ڪڏهن بہ انهن کي ڳنڍ نہ لڳائي سگهندو ."(١١٣)

" من تحلم بحلم لم يره كلف أن يعقد بين شعيرتين ولن يفعل...الحديث ،

سزا بظاهر تہ ڪم آهي پرآهي حقيقت ۾ هڪ اهڙي ڪم جي جيڪو انسان جي وس ۾ نہ هجڻ جي ڪري انتهائي تڪليف ڏيندڙ عمل آهي "(١١٤).

## قبر تي ويهڻ ،لتاڙڻ يا قبرستان ۾ قضاءِ حاجت ڪرڻ

ابوهريره کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو:

" لأن يجلس أحدكم على جمرة فتحرق ثيابه فتخلص إلى جلده خير له من أن يجلس على قبر "

---

١١٢ البخاري مع فتح ٦/٥٤٠،

١١٣ البخاري انظر الفتح ١٢/٤٢٧

١١٤ البخاري مع الفتح ١٢/٤٢٧

توهان مان ڪو شخص باه جي اماڙي تي ويهي جيڪا هن جا ڪپڙا ساڙي جسم تائين پهچي وڃي ائين ڪرڻ هن شخص جي لاءِ ڪنهن قبر تي ويهڻ کان وڌيڪ بهتر آهي(١١٥)

ميتن کي دفنائڻ وقت ڪيترائي ماڻهو قبرن کي پيرن يا (ڪڏهن ڪڏهن ) جتين سان لتاڙيندڙ آهن مري ويلن جي پوئيرن جو احترام نہ ڪندا آهن رسول الله ﷺ جن ان حرڪت کي ڪبيرو گناهه قرار ڏنو آهي

پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ :

"لأن أمشي على جمرة أو سيف أو أخصف نعلي برجلي أحب إلي من أن أمشي على قبر مسلم... "

”منهجو ڪنهن باه جي اماڙي ،تلوار تي هلڻ يا پنهنجي پير کي سبي جڏڻ منهنجي نزديڪ مسلمان جي قبر تي هلڻ کان وڌيڪ بهترآهي (١١٦)“.

هر عقلمند انسان ڄاڻي ٿو تہ قبرن تي هلڻ يا ويهڻ ايتري قدر سخت گناهه آهي تہ پوءِ تہ قبرستان جي زمين تي ناجائزقبضو ڪري اتي رهائشي فروفيشنل رهائشي منصوبو تيار ڪرڻ ڪيتري قدر نہ وڏو گناهه آهي .اهڙي طرح ڪيترائي بدنصيب قبرستان جي ديوار ٽپي اتي قضا حاجت ڪندا آهن ڪري انهيءِ گندگيءَ سان ميتن کي انهيءَ گندگي سان تڪليف پهچائيندا آهن

جڏهن تہ نبي ﷺ جن جو فرمان آهي

" وما أبالي أوسط القبر قضيت حاجتي أو وسط السوق

منهجي نزديڪ قبرستان ۾ قضا حاجت ڪرڻ يا بازار جي وچ تي قضا حاجت ڪرڻ برابر آهي ." (١١٧)

---

١١٥ رواه مسلم ٦٦٧/٢.

١١٦ ابن ماجة ٤٩٩/١ ، صحيح الجامع ٥٠٣٨.

١١٧ ابن ماجة ٤٩٩/١ ، صحيح الجامع ٥٠٣٨.

مطلب تہ ﭙنهي جڳهين تي پيشاب ڪرڻ جي برائي برابرآهي جيڪي ماڻهو قبرستانن (خاص طور تي پراڻن قبرستانن ۾جنهن جي ديوار ڪري وئي آهي ) ۾ڪچرو ۽ گندگي اڇلائيندا آهن انهي جي لاءِ ساڳي ذمڪي ۽ گناه اهي
قبرستان جي زيارت جي ادب ۾ هيءِ ڳالهہ بہ شامل آهي تہ قبرستان ۾ هلڻ دوران جتي نہ پائي

## پيشاب کان نہ بچڻ

اسلامي شريعت هر ان سني ڳالهہ جو حڪم ڪيو آهي جيڪا انسان ذات ڪي سذاري انهن مان هڪ گندگي ختم ڪرڻ جو حڪم آهي انڪري دين اسلام( پاڻي يا پٿرن سان ) صفائي جو مڪمل طريقو ٻڌايو آهي ڪيترائي ماڻهو سستي جو شڪار آهن انهن جو جسم يا ڪپڙا گندا رهندا آهن انهي حالت ۾ نماز بہ ڪونتي ٿئي بلڪ نبي ﷺ انهي قبر جو عذاب جون ذريعو قرار ڏنو آهي
ابن عباس کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ مديني جي هڪ باغ وٽان گذريا پاڻ ﷺ جن ٻن انسانن جو آواز ٻڌو جن تي انهن جي قبرن ۾ عذاب ٿي رهيو هو پاڻ ﷺ جن فرمايو

" يعذبان، وما يعذبان في كبير - ثم قال - بلى [وفي رواية: وإنه لكبير] كان أحـــدهما لا يستتر من بوله وكان الآخر يمشي بالنميمة... "

انهن تي عذاب ٿي رهيو آهي پر ڪنهن مشڪل ڪم جي ڪري نہ ٿي رهيو آهي (يعني ان کان بچڻ تمام آسان هو ) هڪ روايت جا لفظ آهن تہ هڪ ڪبيري گناه جي ڪري عذاب ٿي رهيو آهي انهن مان هڪ پيشاب ( جي ڇنڊن) کان بچندو هو ۽ ٻيو چغلخوري ڪندو هو."(١١٨)

---

١١٨ رواه البخاري مع فتح الباري ١/٣١٧.

بلڪ نبي ﷺ جن فرمايوتہ
" أكثر عذاب القبر في البول "
گهڻو ڪري قبر جو عذاب پيشاب (جي ڇنڊن کان نہ بچڻ جي ڪري ٿيندو)آهي(١١٩)
پيشاب جي ڇنڊن نہ بچڻ عام طور تي پيشاب ۾ جلدي ڪرڻ ۽ ختم ٿيڻ کان اڳ ئي اٿي وڃڻ آهي يا ڪنهن شيءَ کي ٽيڪ لڳائڻ جي ڪري ائيڻ ٿيندو آهي يا ڪنهن سخت جڳهہ تي پيشاب ڪرڻ جي ڪري ڇنڊا واپس ڪپڙن کي لڳندا آهن يا پاڻي وغيره استعال نہ ڪرڻ جي ڪري ائين ٿيندو آهي اجلڪلهہ تہ ڪافرن جي مشابهت ڪندي ڪجهہ مختلف ديوران سان پيشاب جي لاءِ ڪموڊ لڳايا ويندا آهن جن ۾ پيشاب ڪندڙ اندرئين يا ٻاهرين طرف بغير ڪنهن حيا جي پيشاب ڪندو آهي ۽ پيشاب ڪرڻ ڪانپوءِ گندگي صاف ڪرڻ ڪانسواءِ مٿي ڪٽي وڃندو آهي اهوماڻهو بہ گناه گڏ ڪري ٿو هڪ تہ پنهنجي اوگهڙ کي ماڻهن کان ڪونہ لڪائي ٻيو تہ پيشاب جي ڇنڊن کان ڪونہ بچي ."
جاسوسي ڪرڻ
الله تعالیٰ جو فرمان آهي تہ :
(ولا تجسسوا...) الحجرات/١١
"جاسوسي نہ ڪريو."

ابن عباس  کان روايت آهي رتہ رسول الله ﷺ جن فرمايو :
" من استمع إلى حديث قوم وهم له كارهون صب في أذنيه الآنك يوم القيامة... "
"جنهن بہ ڪنهن قوم جي ناپسنديدگي جي باوجود انهن جو ڳالهيون ٻڌڻ جي ڪوشش ڪئي تہ ان جي ڪنن ۾ (گرم  پگهرايل شيهو وڌو ويندو."(١٢٠)

[119] الإمام أحمد ٣٢٦/٢ ،صحيح الجامع ١٢١٣

پر جيڪڏهن ڪنهن قوم کي نقصان ڏيڻ جي لاءِ انهن جون ڳالهيون اڳتي موڪلڻ جاسوسي سان گڏچغلخوري به هڪ ٻيو وڏو گناهه آهي رسول الله ﷺ جن فرمايو ته :

" لا يدخل الجنة قتات "

” چغلخور جنت ۾ داخل نه ٿيندو .“[١٢١]

## برو پاڙيسري

الله تعالیٰ اسان کي پاڙيسري سان سهڻي سلوڪ جو حڪم ڏيندي فرمايو :

{وَاعْبُدُواْ اللّهَ وَلاَ تُشْرِكُواْ بِهِ شَيْئًا وَبِالْوَالِدَيْنِ إِحْسَانًا وَبِذِي الْقُرْبَى وَالْيَتَامَى وَالْمَسَاكِينِ وَالْجَارِ ذِي الْقُرْبَى وَالْجَارِ الْجُنُبِ وَالصَّاحِبِ بِالجَنبِ وَابْنِ السَّبِيلِ وَمَا مَلَكَتْ أَيْمَانُكُمْ إِنَّ اللّهَ لاَ يُحِبُّ مَن كَانَ مُخْتَالاً فَخُورًا} لنساء/٣٦.

” ۽ الله جي ئي عبادت ڪريو ۽ ساڻس ڪنهن کي به شريڪ نه ڪريو ۽ ماءُ ۽ پيءُ ۽ ويجهن مائٽن ،يتمين ،مسڪينن ، ويجهڙائي وارن پاڙيسرين ۽ ڏارين پاڙيسرين ۽ پر واري دوست ۽ مسافر ۽ جن غلامن جا اوهان جا سڄا هٿ مالڪ ٿيا آهن انهن سيني سان سهڻوسلوڪ ڪريو ۽ بيشڪ الله تعالیٰ هٺيلي ۽ فخر واري کي پسند نٿو ڪري . پاڙيسري جوحق عظيم هجڻ جي ڪري ان کين تڪليف ڏيڻ به حرام آهي

ابو شريح کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايوته :

" والله لا يؤمن والله لا يؤمن والله لا يؤمن، قيل ومن يا رسول الله ؟ قال: الذي لا يأمن جاره بوائقه "

---

[١٢٠] الطبراني في الكبير ١١/٢٤٨-٢٤٩ صحيح الجامع ٦٠٠٤

[١٢١] البخاري انظر الفتح ١٠/٤٧٢

الله جوقسم اهو شخص مومن نٿو ٿي سگهي ، الله جوقسم اهو شخص مومن نٿو ٿي سگهي ، الله جوقسم اهو شخص مومن نٿو ٿي سگهي ، صحابه ڪرام عرض ڪيو اي الله جا نبي ﷺ !ڪنهن جي باري ۾ فرمايو ٿا " پاڻ ﷺ جن فرمايوجنهن جي برائي کان ان جا پاڙيسري محفوظ نہ هجن(١٢٢)

نبي ﷺ جن هڪ پاڙيسري طرفان ٻي پاڙيسري جي نيڪي يا برائي بيان ڪرڻ کي نيڪي ۽ برائي جو معيار قرار ڏنوآهي

ابن مسعود جن کان روايت آهي تہ

كيف لي أن أعلم إذا أحسنت أو إذا أسأت ؟

هڪ شخص عرض ڪيو تہ الله جا نبي ! مونکي ڪنهن ماڻهو جي نيڪ يا بري هجڻ جي ڪيئن خبر پوندي

رسول ﷺ جن فرمايو:

إذا سمعت جيرانك يقولون: قد أحسنت فقد أحسنت، وإذا سمعتهم يقولون: قد أسأت فقد أسأت "

تہ جيڪڏهن ان جي پاڙيسرين کي ان جي نيڪي ڪندي ٻڌين تہ ان کي نيڪ سمجھ ۽ جيڪڏهن پاڙيسرين ان جي برائي ڪندي ڏسين تہ ان کي برو سمجھ(١٢٣)

پاڙيسري کي تڪليف پهچائڻ جون مختلف صورتون آهن

مثلا : پنهنجي پاڙيسريءَ کي مشترڪ ديوار تي ڪاني (ٽيئر ،گاډر ) لڳائڻ کان منع ڪرڻ يا پنهجي ديوارکي پاڙيسري جي اجازت ڪانسواءِ ايترو مٿي ڪڻي وڃي جوهوسج جي روشني يا فطري هوا کان محروم ٿي وڃي يا هن جي گهر جي طرف کلندڙ درين يا دروازن کولي تہ ان جي گهر پردي وارين شين کي ڏسي سگهي ،يا عام وقت يا آرام جي وقت مختلف آوازن: در ڪڙڪائڻ يا رڙين سان ان کي

---

١٢٢ البخاري مع فتح الباري ٤٤٣/١٠

١٢٣ الإمام أحمد ٤٠٢/١ ، صحيح الجامع ٦٢٣.

پريشان يا ان جي اولاد کي مارڻ يا سندن گهر يا چائنٹ تي ڪچرو اڇلائڻ وغيره
اهي برائي جيڪڏهن پنهنجي ويجهي پاڙيسري سان ڪري ٿو ان جو گناه اجان بہ وڌي ويندو آهي
رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ
" لأن يزني الرجل بعشر نسوة أيسر عليه من أن يزني بامرأة جاره.. لأن يسرق الرجل من عشرة أبيات أيسر عليه من أن يسرق من بيت جاره "
ڪنهن ماڻهو جو ڏهن عورتن سان زنا ڪرڻ جو گناه پاڙيسري جي زال سان زنا ڪرڻ کان گهٽ آهي ........
اهڙي طرح ڪنهن ماڻهو جو ڏهن گهرن مان چوري ڪرڻ جو گناه پاڙيسري جي گهر مان چوري ڪرڻ جي گناه کان گهٽ آهي[١٢٤]

## وصيت سان ڪنهن کي نقصان پهچائڻ

اسلامي شريعت جو هڪ اهم قانون آهي "لاضرر ولا ضرار " تہ ڪوبہ ڪنهن نقصان نہ پهچائي نہ وري ان کي نقصان پهچايو وڃي .نقصان پهچائڻ جي هڪ هيءَ بہ صورت آهي تہ وصيت سيني يا ڪجهه وارثن جي کي گهاٽو پهچايو وڃي .
ان طرح ڪنڌڙ کي رسول الله ﷺ وارو رسول اڪرم ﷺ جي هن بددعا جو مستحق بنجي ويندو آهي :
عَنْ رَسُولِ اللَّهِ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ أَنَّهُ قَالَ مَنْ ضَارَّ أَضَرَّ اللَّهُ بِهِ وَمَنْ شَاقَّ شَقَّ اللَّهُ عَلَيْهِ
" جيڪوڪنهن مسلمان کي نقصان پهچائيندو تہ الله ان کي نقصان پهچائيندو ۽ جنهن مسلمان کي تڪليف ۾ وڌو تہ الله بہ ان کي تڪليف ۾ وجهندو ." [١٢٥]

---

[١٢٤] البخاري في الأدب المفرد رقم ١٠٣ ،السلسلة الصحيحة ٦٥،

[١٢٥] مسنداحمد ٣ / ٤٥٣ صحيح الجامع ٦٣٤٨

" وصيت ۾ نقصان جي هڪ صورت هيءَ بہ آهي تہ ڪنهن وارث ان جي شرعي حق کان محروم ڪيو وڃي ،يا وصيت ذريعي ڪنهن کي ان جي شرعي حصي کان علاؤ ڪو ٻيو حصو ڏنو وڃي اهي ملڪ جن جي عوام ڪنهن شرعي حاڪم جي ماتحت نہ هوندا آهن اتي مروج انسانن جو ناهيل غير شرعي قانون حقدار جي شرعي حق جي حصول لاءِ هڪ وڏي رڪاوٽ بنجي ويندو آهي . اهي غير شرعي عدالتون اهڙي ظلم تي مشتمل وصيت کي معتبر سمجهنديون آهن جيڪي وصيت ڪنهن وڪيل يا رجسترار جي وسيلي لکيون وڃن انهن جي انهي لکت سببان انهن جي لاءِ بربادي آهي ۽ انهن جي انهن جي ڪرتوتن ڪري انهن لاءِ تباهي آهي

## تاش ،شطرنج ،چڪو ڪيڏڻ

ماڻهن ۾ رائج ڪيتريون رانديون حرام ڪمن تي مشتمل هونديون آهن انهن مان هڪ تاش ،شطرنج ،چڪويا انهن جي قسمن ۾ شمار ٿيندڙ رانديون بہ حرام آهن اهي سڀ رانديون جوا جو دروازو کوليندڙآهن

نبي ﷺ جن فرمايو تہ

أَنَّ النَّبِيَّ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ قَالَ مَنْ لَعِبَ بِالنَّرْدَشِيرِ فَكَأَنَّمَا صَبَغَ يَدَهُ فِي لَحْمِ خِنْزِيـــرٍ وَدَمِهِ

بريده جن کان راويت آهي تہ

جيڪو بہ شطرنج ،چڪي ، تاش سان ڪيڏي ٿو تہ جڻ ان پنهنجا هٿ سوئر جي گوشت ۽ رت ۾ پريا(١٢٦)

ابو موسي کان روايت آهي تہ رسو ل الله ﷺ جن فرمايو تہ

مَنْ لَعِبَ بِالنَّرْدِ فَقَدْ عَصَى اللَّهَ وَرَسُولَهُ

[١٢٦] مسلم حديث نمبر ٤ / ١٧٧٠

جـنهن شـطرنج، چڪـي، تـاش ڪيـڏي ان الله ۽ ان جـي رسـو ل جـي نافرماني ڪئي[١٢٧]

## مؤمن کي ڪنهن شيءِ تي ناحق لعنت ڪرڻ

ڪيترائي ماڻهو ڪاوڙ جي وقت پنهجي پاڻ تي قابو نہ ڪري سگهندا آهن ۽ انسانن جانورن ۽ بي جان شين ۽ ڏينهن ۽ لمحن کي تي لعنت ڪرڻ شرووع ڪري ڏيندا آهن ڪڏهن ڪڏهن تہ پنهجي پاڻ تـي يا اولاد تي لعنت ڪندا آهن يا زال ۽ مڙس هڪٻئي تي لعنت ڪندا آهن جڏهن تہ ائين ڪرڻ حرام ۽ انتهائي خطرناڪ معاملو آهي
ابو زيد ثابت کان راوايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو
مؤمن تي لعنت ڪرڻ ان جي قتل جي برابر آهي
عـورتن ۾ هـيءَ بيماري گهنـي هونـدي آهـي ۽ نبـي ﷺ جـن واضـح ڪري ڇڏيو آهي تہ اهائي لعت عورتن جيب گهڻائي جي دوزخ ۾ وجڻ جو سبب آهي
اهڙي طرح لعنت ڪندڙ سفارش ڪرڻ جو مرتبو نہ ماڻيندا انهي ڪان وڏيڪ بري ڳالھ هي ۽ آهي تہ لعنت چوندڙڏانهن ئي موٽندي آهي جڻ تہ هن شخص پهنجو پاڻ الله جي رحمت ڪان پري رهڻ جي دعا ڪئي آهي ."

## ماتم ڪرڻ

ڪيتريون عورتون ميت جي وقت رڙيون ڪنديون آهن منهن تـي ڌڪ هڻنديون آهن ،يا ميت جي فخريہ واڪاڻ بيان ڪنديون اهي سڀ ناجائز آهن .

---

[١٢٧] مسند احمد ٤ / ٣٩٤ ،صحيح الجامع حديث نمبر ٦٥٠٥

اهڙي طرح ڪپڙا ڦاڙڻ ،وار پٽڻ يا ڪوڙائڻ جهڙا عمل الله جي فيصلي تي ناراض هجڻ ۽ بي صبريءَ جو دليل آهن نبي ﷺ ائين ڪندڙ تي لعنت ڪئي آهي .

ابو امامه کان راويت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته

لعن الخامشة وجهها والشاقة جيبها والداعية بالويل والثبور "

نبي ﷺ جن چهري تي رانيوٽا پائيندڙ،ڪپڙا ڦاڙيندڙ،پنهنجي پاڻ کي تباهي بربادي جا پاراتا ڏيندڙ عورت تي لعنت ڪئي آهي ."(١٢٨)

ابن مسعود روايت ڪري ٿو رسول الله جن فرمايو ته

عَنْ عَبْدِ اللَّهِ رَضِيَ اللَّهُ عَنْهُ قَالَ لَيْسَ مِنَّا مَنْ لَطَمَ الْخُدُودَ وَشَقَّ الْجُيُوبَ وَدَعَا بِدَعْوَى الْجَاهِلِيَّةِ

" جنهن پنهنجي رخسار کي ڌڪ هنيا ۽ ڪپڙا ڦاڙيا ۽ جهالت جون پڪارون پڪاري ٿو ان جو اسان سان ڪوبہ تعلق نہ آهي"(١٢٩)

نبي ﷺ جن فرمايو ته

النَّائِحَةُ إِذَا لَمْ تَتُبْ قَبْلَ مَوْتِهَا تُقَامُ يَوْمَ الْقِيَامَةِ وَعَلَيْهَا سِرْبَالٌ مِنْ قَطِرَانٍ وَدِرْعٌ مِنْ جَرَبٍ

"ماتم ڪندڙ عورت جيڪڏهن مرڻ کان پهريائين توبہ نٿي ڪري ته ان قيامت جي ڏينهن ان حالت ۾ بيهاريو ويندو جو ان تي گندرف ۽خارش واري قميص هوندي ." (١٣٠)

## چهري کي مارڻ يا داغڻ

عَنْ جَابِرٍ قَالَنَهَى رَسُولُ اللَّهِ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ عَنْ الضَّرْبِ فِي الْوَجْهِ وَعَنْ الْوَسْمِ فِي الْوَجْهِ

جابر کان روايت آهي ته رسول الله جن چهري تي مارڻ ۽ چهري تي نشان لڳائڻ( داغڻ کان ) منع فرمايو.(١٣١)

١٢٨ ابن ماجة ٥٠٥/١ ، صحيح الجامع ٥٠٦٨

١٢٩ بخاري مع الفتح ٣ / ١٦٣

١٣٠ مسلم حديث نمبر ٩٣٤

# ٽي ڏينهن کان مٿي تعلقات ٽوڙڻ

شيطان جي سازشن مان هڪ سازش هيءَ به ته مسلمان جي پاڻ تعلق ۽ واسطي کي ٽوڙي پوءِ جيڪي شيطان جي انهي چار ۾ ڦاسي پوندا آهن اهي پنهجي مسلمان ڀاءَ سان ڪنهن عذر شرعي کان سواءِ واسطا ٽوڙي الڳ ٿي ويندا آهن يا ڪنهن عارضي مفاد جي خاطر يا بيجا راءِ جي ڪري ائين ڪندا آهن يا اها ناراضگي ڪافي وقت رهندي آهي ڪڏهن ڪڏهن ان سان ڳالهه ٻولهه نه ڪرڻ جو قسم کنيو ويندو آهي يا ان جي گهر نه وڃڻ جي نذر مڃي ويندي آهي پوءِ واٽ ويندي ان کي ڏسي ان کان منهن موڙيو ويندو آهي ۽ مجلس ۾ ان جي ساڄي ۽ کاٻي طرف وينلن سان ته هٿ ملايو ويندو آهي پر هن کان منهن موڙيو ويندو آهي اهي شيون مسلمان سماج ۾ڪمزوريون پيدا ڪنديون آهن انڪري شريعت هن عمل روڪڻ لاءِ واضح حڪم ۽ سخت ڌمڪي ڏني آهي

ابو هريره جن کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته

لا يحل لمسلم أن يهجر أخاه فوق ثلاث فمن هجر فوق ثلاث فمات دخل النار "

ڪنهن به مسلمان لاءِ جائز نه آهي پنهجي مسلمان ڀاءَ کان ٽي راتين (ڏينهن )کان مٿي واسطو ٽوڙي پر جيڪڏهن ٽن ڏينهن کان مٿي ائين ڪيائين ته دوزخ ۾ داخل ٿيندو[١٣٢]

ابو خراش اسلمي کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو

" من هجر أخاه سنة فهو بسفك دمه "

جنهن هڪ سال تائين پنهجي مسلمان ڀاءُ سان واسطوٽوڙيو ته جڻ ان پنهجي ڀاءَ جو رت وهايو آهي ."[١٣٣]

---

[١٣١] مسلم

[١٣٢] أبو داود ٢١٥/٥ ، صحيح الجامع ٧٦٣٥.

[١٣٣] الأدب المفرد حديث رقم ، صحيح الجامع ٦٥٥٧.

هن معاملي جي برائي جي لاءِ اها ڳالهه ئي ڪافي تہ ائين ڪندڙ جي بخشش ڪان محروة رهندو آهي

ابو هريرة ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ :

" تعرض أعمال الناس في كل جمعة مرتين، يوم الإثنين ويوم الخميس فيغفر لكل عبد مؤمن إلا عبدا بينه وبين أخيه شحناء فيقال: اتركوا أو أركوا (يعني أخروا) هذين حتى يفيئا "

هفتي ہ پيرا سومر ۽ خميس جي ڏينهن ماڻهن جي عملن ڪي (الله تعالیٰ)وٽ پيش ڪيو وجي ٿوپوءِ هر ڪنهن مومن انسان ڪي بخشيووجي ٿو سواءِان جي جنهن پنهجي مسلمان ڀاءَ سان ناراضگي رکي انهن جي باري ۾ چيو ويندوآهي تہ انهن کي ڇڏي ڏيو ايستائين جو اهي صلح ڪن[١٣٤]

انهن ٻنهي مان جيڪو ہ توبہ ڪري ٿو تہ ان کي گهرجي پنهجي ڀاءِ ڏي وجي ان کي سلام چئي ملاقات ڪري جيڪڏهن هن ائين ڪيو پر ٻي صلح ڪان انڪار ڪيو تہ هن جي ذميداري ختم ٿي وئي هاڻي گناه صلح نہ ڪندڙ تي ٿيندو

ابوايوب ڪان روايت تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ :

لَا يَحِلُّ لِرَجُلٍ أَنْ يَهْجُرَ أَخَاهُ فَوْقَ ثَلَاثِ لَيَالٍ يَلْتَقِيَانِ فَيُعْرِضُ هَذَا وَيُعْرِضُ هَذَا وَخَيْرُهُمَا الَّذِي يَبْدَأُ بِالسَّلَامِ

ڪنهن ہ مسلمان لاءِ جائز نہ آهي پنهنجي مسلمان ڀاءَ ڪان ٽي راتين (ڏينهن )ڪان مٿي واسطو ٽوڙي ان ڪان الڳ رهي جو جڏهن هڪئي سان ملن تہ هڪٻئي ڪان منهن موڙين انهن ٻنهي ۾ بهترين انسان اهو آهي جيڪو ( ناراضگي ختم ) ڪر ي سلام چوڻ ۾اڳرائي ڪري ٿو ."

پر جيڪڏهن تعلق ۽ واسطو ڪنهن شرعي سبب جي ڪري ٽوڙيو وجي مثلا ٻي نمازي آهي يا بدڪاري ڏي سڌيندڙ آهي جيڪڏهن اها اميد آهي تہ تعلق ٽوڙڻ سان اهو ماڻهو گناه ڪان رڪجي ويندو ۽ ان

[١٣٤] رواه مسلم ١٩٨٨/٤

تي ان اثر پوندو ۽ پنهجي غلطي جو احسان ٿيندو تہ اهڙي صورت تعلق ٽوڙڻ واجب آهي پر جيڪڏهن اهو خطرو آهي تہ تعلق ٽوڙن سان ان جي گناهن ۽ بدڪارين ۾ وڌيڪ اضافو ٿيندو تہ ان ڪري اهڙي صورتحال ۾ تعلق ٽوڙڻ نہ گهرجي چوتہ اها ان وقت اها شرعي مصلحت نہ هوندي آهي بلڪ بگاڙوڌندو آهي پر اهڙي ماڻهوسان سهڻو سلوڪ نصيحت خيرخواهي ڪرڻ بهتر رهندو

جيڪي معاشري ۾ عام حرام ڪم هئا انهن جو ذڪر ڪيو ويو آخر ۾ الله ڪان ان جي سهڻن نالن جي واسطي سان سوال ڪريون ٿا اسان کي پهنجي اهڙو خووف عطا ڪري جيڪو اسان جي گناهن جي راه ۾ رڪاوٽ بڻجي وجي

۽ اسان کي پنهنجي اطاعت جي اهڙي توفيق سان مالامال ڪري جنهن سان اسين سندس جنت ماڻيون ۽ اسين ڪانئس پنهنجن گناهن جي معافي، معاملن ۾ ڪوتاهين جي بخشش جو سوال ڪريون ٿا ۽ ڪانئس سندس ٻاجهہ سان سندس حلال روزي جي حصول ۽ حرام کان بي پرواه ٿيڻ جو سوال ڪريون ٿا تہ اسان جي توبہ کي قبول فرمائي بي شڪ دعائون قبول ڪندڙ ۽ ٻڌندڙ آهي

وصلي الله علي النبي الامي وصحبہ اجمعين والحمد لله رب العالمين